پنجابي ناول
”بنديوان“
جو ترجمو

# قيدي

(ناول)

ليکڪ: فخر زمان
سنڌيڪار: غلام نبي مغل



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1994ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ اوڻانوي


| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | القادر پرنٽنگ پريس، ڪراچي. |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | عبدالبرادرس ليزر ڪمپوزنگ سسٽم،<br>لجپت روڊ، حيدرآباد سنڌ. |
| ٽائيٽل ڪئليگرافي | سڪندر نقوي "جهانيان" |
| پهريون ايڊيشن | سيپٽمبر 1994ع |

قيمت -/60 رپيا

پڪي جلد سان -/80 رپيا





QAIDI (The Prisoner - Novel) Written by FAKHAR ZAMAN. Translated in Sindhi by GHULAM NABI MUGHAL. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition September 1994. Price Per Copy Rs. 60/-
Book No. 189

## پهرئين ڳالهہ

ڏاڍ ۽ ڏمر جي ڪا حد ناهي ۽ نڪو سهڻ جو ٻہ ڪو ڇيهہ آهي. پر حڪومتي ظلم ايترو ئي قائم ٿي سگهي ٿو جيترو ظلم سهڻ جي سگهہ موجود آهي. حقيقت ۾ ڏاڍ ۽ ڏمر اُن وقت ئي سوپ ماڻي ٿو جڏهن ٻئي طرف برداشت ۽ روڪ جو جذبو سرد ٿي پوي ٿو. اِنهيءَ وقت ئي زورآور ڇانئجي وڃي ٿو ۽ اوندهہ زمين تي ڦهلجي وڃي ٿي. پر نيٺ وقت اُيري ٿو ۽ زنجيرن ۾ جڪڙيل قومون نافرمانيءَ لاءِ اُسرن ٿيون ۽ ان وقت هڪ ننڍڙي اُجهامندڙ ڏيئي جي روشني، ڪين تڪي هلندڙ هوا ۾ ٻہ اڳتي وڌڻ لاءِ رستو ڏيکاري ٿي. ايئن اها ڏيئي جي هلڪي روشني نيٺ هڪ مچ جي صورت اختيار ڪري ٿي. اهڙا ئي فرد اڳتي هلي، روشنيءَ جي هڪ ذرڙي سان ۽ انسان جي اڻ کٽندڙ جاکوڙ سان، آمرن ۽ ظالم حاڪمن سان مهاڏو اٽڪائين ٿا. اهائي ڪهاڻي آهي انقلابن جي ۽ انقلاب آڻيندڙن جي. انهيءَ لاءِ قيمت ٻہ تمام گهڻي ڏيڻي پوي ٿي. پر مستقبل شاهد آهي تہ گذريل نسلن انهيءَ انقلاب لاءِ ڪيڏي نہ وڏي قيمت ڏني هئي. افسوس رڳو انهيءَ ڳالهہ جو آهي تہ ڏاڍ ۽ ڏمر ڪرڻ وارن ڪڏهن سبق نہ سکيو.

فخر زمان جو ناول "بنديوان" بہ ڪهاڻي آهي انقلابن ۽ انقلابين جي. لکيڪ سڄي دنيا ۾ پکڙيلُ انهن ماڻهن بابت مختصر طور ٻڌايو آهي جيڪي عذاب ۽ ڏاڍ منجهان گذريا آهن. اهي ظلم سهندڙ انسان دنيا جي سڀ ڪنهن ڪنڊ ۾ موجود آهن. هي هندو بہ آهن تہ مسلم بہ ۽ عيسائي پڻ. ماڻهن کي اهڙا ڪردار ياد آهن

جيڪي هن ناول ۾ آهن. مثال طور جيلر، سپرنٽينڊنٽ يا تفتيش ڪندڙ ڪامورا، جيڪي ڏمر جي حڪومت جا پرزا آهن. ظلم ڪندڙ، ڏمر ۽ ڏاڍ ڪرڻ وارن جو ڪوبہ دين ڌرم نہ ٿيندو آهي.

"زيد" سان هن ناول ۾ چا وهيو. سا هڪ ڪهاڻي آهي اهڙي قيديءَ جي جيڪو غاصبن سان مهاڏو اٽڪائي ٿو ۽ نيٺ ڦاسيءَ جي ڦندي تائين پهچي ٿو. جيڪي مهاڏو اٽڪائين ٿا تن جو غاصبن جي طاقت آڏو ڪا حيثيت ئي ناهي. انهن وٽ فقط هڪ اڻ وسندڙ باھ آهي جيڪا سندن دلين ۽ ذهنن ۾ روشن آهي ۽ اِها باھ تيستائين ٻرندي رهندي آهي جيسين هو انصاف، هڪجهڙائي ۽ آزدي حاصل نٿا ڪن.

"زيد" هن ناول جو اهو ڪردار آهي جيڪو ناانصافي ۽ ڏاڍ خلاف وڙهي ٿو ۽ هن اڻ برابري واري سماج ۾ پنهنجو حق حاصل ڪرڻ چاهي ٿو. هن جي جدوجهد کي زور ۽ جبر سان دٻايو وڃي ٿو ۽ ايئن ئي جيئن اهڙي معاشري ۾ ٿيندو آهي. هن کي قتل جي هڪ ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسايو وڃي ٿو. گرفتار ڪري، هڪ خاص مقصد سان جوڙيل عدالت (Kangaroo Court) ۾ پيش ڪيو وڃي ٿو. عدالت ڪيس موت جي سزا ڏيئي ٿي پر هُو اهو ظاهر ڪري ڇڏي ٿو تہ مقدمي ۾ انصاف جون ڪهڙيون تقاضائون پوريون ٿيون آهن ۽ اقتدار جي ڌڻين جون خواهشون ڪهڙيون آهن ۽ عوام ڇا ٿو چاهي.

ليکڪ فخر زمان، هن ناول ۾ قيدي "زيد" جي پيڙائن کي محسوس ڪندي جيڪي لکيو آهي سو پڙهڻ وٽان آهي. قيدي رڳو اهو محسوس ڪري ٿو تہ سج لهي چڪو آهي يا رات ختم ٿي صبح ٿيو آهي پر ڏسي نٿو سگهي جو هو هڪ اهڙي اڪيلائپ ۽ الڳ ٿلڳ ڪوٺڙيءَ ۾ بند آهي جت چوڌطرف بيو ڪجھہ نظر نٿو

اچي ۽ جت هُو ڏينهن جا ڏينهن بند رهندو آهي. رڳو در کلڻ جي آواز سان سندس چؤگرد ڦهليل خاموشي ٽٽندي آهي.

”زيبؔ“ لاءِ هرڪو ڏينهن ساڳيو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪيس وقت گذارڻ ٿي ايترو ڏکيو لڳندو آهي جو پوءِ سواءِ اميد جي روشن ڪرڻ ڪان سواءِ وٽس ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي. سندس ماڻهن ۾ ايمان ۽ اصولن ۾ اعتماد ڏينهنون ڏينهن وڌندو رهي ٿو. گهڻو وقت قيدي ”زيبؔ“ شعر ورجائي ورجائي چوندو رهي ٿو جيڪي هن ڪڏهن لکيا هئا ۽ ڪڏهن ساڻس ٿيل دغا يا نڳيءَ بابت سوچندو رهي ٿو. پر هو ايتري سگهہ سان سوچي ٿو جيترو هن حاڪمن جي هٿان عذاب سٺا هئا ۽ ڦٽڪا کاڌا هئا.

اِنهيءَ ظلم ۽ ڏاڍ جو مطلب ڇا آهي؟ جو انسان ئي انسان کي عذاب رسائي ٿو، هڪ قوم ٻي قوم تي اڳرائي ڪري ٿي. هڪ مذهب وارا ٻئي مذهب جي خلاف اٿي بيهن ٿا. ڇو ماڻهو ئي ماڻهپي جو سڀ کان وڏو دشمن آهي؟ اهڙي ئي موقعي تي ”زيبؔ“ پنهنجو لکي ٿو:

**ڪو رام داس آهي**
**ڪو فتح محمد**
**۽ پوءِ ساڳي بحث اڳيان آهي**
**پر آخر ۾**
**سچ ڪنهن ٻئي ماڳ تي آهي.**
**مسلمان سڙڻ کان خوف کائي ٿو**
**هندو قبر کان ڊڄي ٿو**
**پر ٻئي ختم ٿي وڃن ٿا.**

موت کان اڳ "زيدبہ" کي نيت معلوم ٿئي ٿو تہ سچ اهوئي آهي جيڪو انسانيت جي خدمت ڪرڻ واري جذبي ۾ موجود آهي. عوام ئي سڀ کان مٿي آهي ۽ اهوئي سچ آهي. ماڻهوءَ کي نيت فنا ٿيڻو آهي ۽ ٻئي انسان کي جنم وٺڻو آهي.

ڇا نئون انسان ايندو؟ "زيدبہ" مايوس بہ آهي پر سندس ذهن ۾ هڪ ڌنڌلي ۽ مستقل اميد موجود رهي ٿي تہ انسان ٻيهر جاڪوڙ ڪري غلاميءَ جا بند ٽوڙيندو. پر ٻئي طرف نہ ختم ٿيندڙ ظلم بہ آهي ۽ ناانصافي بہ. انهن جي لاءِ ڇا ٿيندو؟

ڇا ماڻهو هر دؤر ۾ صليب تي چڙهندا رهندا؟ "زيدبہ" انهيءَ لاءِ پنجابي شاعر بلهي شاهہ جون سٽون پيش ڪري ٿو:

جي مان ڪوڙ ڳالهايان
تہ بچي وڃان
پر جي سچ ڳالهايم
تہ هڪ ڌماڪو ٿيندو.

"زيدبہ" جهڙا ماڻهو پنهنجو پاڻ قربان ڪري دنيا منجهان ظلم ۽ ڏوهہ ختم ڪرڻ چاهيندا آهن. اهڙا انسان صبح جي ايرندڙ سج جهڙا آهن جيڪو ڏکهي ۽ ڪاري رات کان پوءِ ايرندو آهي. پر اهي ماڻهو سمجهندا آهن تہ سج پنهنجي مدار تي جي لهي بہ ويندو تہ ٻيهر روشن ٿيڻ لاءِ ايري ايندو.

نيو دهلي
20 - جنوري 1984ع

**ڪلديپ نائير**

## ڪجهہ احوال ڪتاب ۽ ليکڪ بابت

ملڪ ۾ رياستي جبر ۽ ڏاڍ جو دؤر تہ جولاءِ 1977ع کان شروع ٿي چڪو هو پر 1979ع ۾ اهو جبر ۽ ڏمر جو دؤر پنهنجي عروج تي هو. سرعام ڦاسيون، ڦٽڪا ۽ هٽرادو ناهيل عدالتن جا فيصلا، پوري ملڪ جي شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ نظر اچڻ لڳا. سچ ڳالهائڻ ۽ لکڻ يا سچ متعلق سوچڻ تي بہ سرڪاري پابنديون ۽ قانون نافذ هئا. ماڻهن جا ذهن ۽ زبانون زنجيرن ۾ جڪڙيل هيون. انهيءَ دؤر ۾ فخر زمان، پنهنجي ٻوليءَ ۾ هڪ ناول ”بنديوان“ لکيو. جاڪاڻ تہ انهيءَ ڪتاب جي صفحن ۾ سچ بابت لکيل هو، آمريت جا وڪا پڌرا ٿيل هئا ۽ يونيفارم پاتل آمرن لاءِ اهو ڪتاب هضم ڪرڻ تمام مشڪل هو. انهيءَ ڪري هي ناول سڀ کان پهرين ڀارت منجهہ 1981ع ۾ گورمکي صورتخطيءَ ۾ ڇپيو. ناول جو خالق، ذوالفقار علي ڀٽي جي ويجهي ٻانهن ٻيلي هئڻ ڪري ڇهہ مهينا جيل بہ ڪاٽي آيو. پنهنجي ملڪ ۾ هن ناول ڇپڻ جي ڪا اميد نہ هئي. پوءِ خالد حسن انهيءَ ناول کي انگريزي ۾ ترجمو ڪيو ۽ ترجمو ٿيل ناول ”دي پرزنر“ جي نالي سان نيو دهليءَ منجهان 1984ع ۾ ڇپيو. پوءِ هن ناول جا اردو، هندي، بنگالي ترجما بہ آيا ۽ ناول جي مقبوليت ڪري روسي زبان کان علاوه ٽن ٻين يورپي ٻولين ۾ بہ ناول ”بنديوان“ ڇپيو آهي.

ڪئنيڊا ۾ هڪ انٽرنيشنل ايسوسي ايشن آف پنجابي آٿرس ائنڊ آرٽسٽز آهي. انهيءَ جماعت ناول بنديوان کي ”ماڊرن ڪلاسيڪ“ قرار ڏنئي، ليکڪ فخر زمان کي ”انتر راشٽري

شرومني ساهيتڪار" ايوارڊ ڏنو. ان کان علاوه هندوستان ۾، ناول "بنديوان" ۽ فخر زمان جا ٻہ ٻيا ناول "ست گواچي لوڪ ۽ اِڪ مري بندي دي ڪهاڻي". ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي ڪورس ۾ شامل آهن ۽ انهن ناولن تي ايم-فل ۽ پي- ايچ- ڊي ڊگرين لاءِ مقالا بہ لکيا ويا آهن. پاڪستان ۾ فوجي سرڪار سندس ستن ڪتابن منجهان ٻن ناولن ۽ ٻن شعري مجموعن تي بندش وجهي ڇڏي هئي. ان کان علاوه آمريت جي دؤر ۾ فخر زمان جي ادارت ۾ نڪرندڙ هفتيوار مخزن بہ فوجي جنتا برداشت نہ ڪري سگهي ۽ اها مخزن ڪتاب هيٺ اچي بند ڪئي ويئي.

هن ناول جو ليکڪ فخر زمان شروع کان ئي هڪ ڪميٽيڊ اديب رهيو آهي ۽ هو نہ رڳو نظرياتي ۽ خيالي انداز ۾ ڏتڙيل عوام ۽ ڏمر ڪندڙن خلاف اظهار ڪري ٿو پر هو پاڻ بہ ذهني ۽ جسماني طور تي تحريڪن ۾ شامل ٿي انهن ماڻهن جي خلاف وڙهي ٿو جيڪي عام ماڻهن تي ڏمر ڪن ٿا ۽ رياستي جبر نافذ ڪن ٿا. انهيءَ جدوجهد ۾ هو پنهنجي اڳواڻ ۽ ان جي پارٽيءَ سان گڏ رهي ٿو ۽ فوجي دؤر جا بدترين ڏينهن ۽ انهن ڏينهن جا عذاب بہ سهي ٿو. مارشل لا دؤر ۾ جيل بہ ڪاٽي ٿو. سندس ڪتابن تي بندش بہ پوي ٿي. مون کي پاڪستان ۾ ٻيو ڪو اهڙو اديب مشڪل سان نظر اچي ٿو جنهن مزاحمتي ادب جي تخليق سان مزاحمت جي تحريڪ ۾ پاڻ بہ حصو ورتو آهي. هڪ بہ ٻيا شاعر يا اديب آهن جن جا نالا ڪٽي سگهجن ٿا پر انهن سيني ۾ فخر زمان اڳيرو نظر اچي ٿو جنهن جي ڪتابن کي پنهنجي ملڪ ۾ بہ ڇپجڻ جي اجازت ناهي ۽ اهي ڪتاب اسان کي ڌارين ملڪن مان ڇپجي ملن ٿا. انهيءَ مان محسوس ٿئي ٿو تہ فخر زمان پنهنجن اصولن ۽ مزاحمتي تحريڪ دوران ڪنهن بہ آمر يا غير جمهوري حاڪم سان

سمجھوتو نہ ڪيو آهي. اهو ئي ليکڪ جي معراج آهي.

ناول بنديوان جنهن کي مون قيديءَ جي عنوان سان ترجمو ڪيو آهي، هڪ اهڙي بنياد تي ٻڌل آهي جنهن ۾ رڳو سچ آهي ۽ جنهن انسان وٽ، جنهن مرڪزي ڪردار وٽ سچ آهي، سو نيٺ ڦاسيءَ تي چڙهي وڃي ٿو پر پنهنجي موقف تان نٿو ڦري. اهو ڪردار عام ماڻهن جي ڀلائي ۽ نجات چاهي ٿو. هو هڪ اهڙو شاعر آهي جيڪو نہ رڳو شعر لکي ٿو پر واهڻن ۾، بستين ۾، شهرن ۾، جلسن ۾ ۽ سيمينارن ۾ پنهنجن شعرن کي وڏي واڪ پڙهي ٿو ۽ جبر جي خلاف تبليغ ڪري ٿو. ماڻهن کي پنهنجي عظمت ياد ڏياري ٿو ۽ اهو پيغام سڄي ملڪ ۾ ڦهلائي ٿو. هن صدي جي پهرئين اڌ ۾ اسپين ۾ فريڊرڪو گارشيا لورڪا بہ اهڙو جيئرو جاڳندڙ شاعر ۽ ڊرامہ نگار هو جنهن پنهنجي مختصر عمر ۾ اسپين جي ڪنڊ ڪنڊ ۾ ڊرامہ اسٽيج ڪيا ۽ ماڻهن کي رياستي جبر ۽ ڏاڍ خلاف ڀڙڪايو. لورڪا هڪ اجتماعي رياستي قتلام منجهہ مارجي ويو. سندس لاش بہ الائي ڪيترن ڏينهن کان پوءِ ملي هئي. پر هن ناول قيديءَ جو شاعر هڪ ڪوڙي مقدمي ۾ ڦاسايو وڃي ٿو ۽ هڪ ڪينگرو ڪورٽ طرفان ڪيس ڦاسيءَ جو حڪم ملي ٿــو ۽ ســڄــو ناول ســاڍن ڏهن يارهن ڪلاڪن جي ذهني جدوجهد تي مشتمل آهي. اُهي آخري گهڙيون اهو قيدي پنهنجي ننڍڙي ڪوٺڙيءَ منجهہ ماضي، حال ۽ مستقبل کي سوچي گهاري ٿو ۽ پوءِ نيٺ مان منجهان ڦاسيءَ جي تختي ڏانهن وڃي ٿو. هن ناول ۾ اسان جوئي زمانو آهي. هن ملڪ ۾ رياستي ڏاڍ ۽ ڏمر عام طور تي رهيو ئي آهي. انهيءَ ڪري پڙهندڙ اهوئي سمجهندو تہ هي ناول ملڪ جي هر ماڻهوءَ بابت لکيل آهي جيڪو پابندين ۾ جڪڙيل آهي جنهنجي ذهن ۾ قانوني ريگيوليشنس جا تالا چڙهيل آهن،

پنجابي زبان ۾ اهڙو ادب تخليق ٿئي پيو سا حيرت جهڙي ڳالهہ آهي جو اسان اجان تائين پنجاب ۽ پنجاب طرفان ٿاقيل آمرن ۽ انهن جي ظلمن ۽ عذابن کي وساريو ناهي ۽ اسان جي ذهن ۾ محفوظ آهي تہ پنجاب هڪ استحصالي ڪردار ادا ڪندو رهيو آهي. پر فخر زمان يا سندس ساٿي قلمڪار جيڪو ڪم گذريل پندرهن ويهن سالن کان ڪري رهيا آهن ۽ تخليق جي ميدان ۾ مزاحمت جي جنگ وڙهي رهيا آهن سا قابلِ رشڪ آهي.

مون هي ناول 1986ع ۾ ورتو هو ۽ 1988ع ۾ ترجمو ڪيو هو. ظاهر آهي مون کي هي ناول تمام وڻيو هو. پوءِ سهڻيءَ مخزن جي ٻئي دؤر يعني 1988ع کان 1992ع تائين واري عرصي ۾، هي ناول قسط وار سهڻيءَ ۾ ڇپيو بہ هو. هاڻ هڪ ڪتاب جي صورت ۾ پڙهندڙن آڏو آهي. اميد تہ کين وڻندو.

سيپٽمبر 1994ع

فقط

**غلام نبي مغل**

لاڙڪاڻو – سنڌ

## فخر زمان جا لکيل ٻيا ڪتاب

### پنجابي

| | |
|---|---|
| ست گواچے لوک | (ناول) |
| اک میرے بندے دي کهاني | (ناول) |
| ونگار | (شاعري) |
| کنسو ویلے دي | (شاعري) |
| چڑیان دا چنبا | (ڊرامو) |
| وَن دا بُوٹا | (ڊرامو) |

### اردو

| | |
|---|---|
| راستے کي دُهول | (شاعري) |
| دیوارین | (ٽي وي ڊرامہ) |

### انگريزي

| | |
|---|---|
| زيڊ اي ڀٽو- دي پوليٽيڪل ٿنڪر | (شريک مصنف) |
| پاڪستاني رائٽرس | |

Grass does not grow on the gallows.

- Churchill

After my death, for the nation I shall still be the sun of their rights; my name will be the war cry of their struggle, the slogan of their hopes.

Napoleon

Law is a bourgeois restraint on the revolutionary masses.

*The People's Daily,* Peking

I Accuse.

Emile Zola

Letter to the President of the

Republic on the Dreyfus Affair - 1898

# 1

قيدي ليٽيل هو - ست فٽ ويڪر ۽ اٺ فٽ ڊيگهه واري ڪال ڪوٺڙيءَ ۾. هو نهايت ڌيان سان ڇت ڏانهن گهوري رهيو هو، ڄڻ اِها ڪوشش هجيس تہ ڇت جي سيمنٽ ۽ لوهي تهن ۽ ان جي سختي مان آرپار آڪاش ۾ وڃڻ چاهي ٿو. هُن جي خواهش هئي تہ هو آسمان جي نيري وسعت تي ڪنهن بہ ڇڙوڇڙ اڇي ڪڪر کي ڏسي سگهي. هو ايئن ئي ڪلاڪ کن ليٽيو رهيو، بنا ڪنهن چُرپُر جي. جيل جي گهڙيال ڇهہ ٺڪاءُ هنيا ۽ هُو ٿورو حيران ٿيو. پر وري ڇت ڏانهن ڏٺائين، جيڪا ساڳيءَ طرح نهري اڻ ٽُٽ لڳي پئي. آڪاش جي روشني ۽ ڪنهن رمندي بادل جا خيال گم ٿي ويا.

قيديءَ ٽنگون ڊگهيون ڪيون ۽ فرش تي پاسيرو ٿي، پنهنجو منهن انهيءَ هنڌ تي آندو، جتي مينهونڱيءَ جا ڦڙا ٽمي رهيا هئا. هن مٿي ڇت ڏانهن گهوريو ۽ پهہ ڪيو تہ اکيون نہ ڇنڀيندو، جيستائين ڪو مينهن جو ڦڙو منهن تي نہ اچي ڪرندو. بارش جا اهڃاڻ بہ نہ رهيا هئا، پر هو قيدي، انهيءَ اوسيئڙي ۾ ئي رهيو.

اوچتو، مينهن پوڻ لڳو- ۽ ڇت پَرڻ وانگر ٽمڻ لڳي. پر هُن جون اکيون خشڪ هيون، ۽ جن وهڻ کان نابريِ واري هئي شايد. ڪاوڙ ۾ هن اکيون ڇنڀيون ۽ من ۾ مينهن کي پاراتا ڏيڻ لڳو. انهيءَ ساڳئي پل، هڪ ڦڙو، اک کان هيٺ، منهن تي ڪريو، جنهن هُن کي وڌيڪ ڪاوڙ ڏياري ۽ پوءِ هو، هٿ سان منهن اگهندي، اتي پاسيرو ٿيو. هن لاءِ انهيءَ ساعت اهو ڦڙو بہ ڪنهن هڪ ظالم جهڙو لڳو پئي. پر هو آڻ مڃڻ لاءِ تيار نہ هو. هُن فرش تي پاٽيءَ جي هڪ ننڍڙي ڊُبي مان آگر ٻوڙي ۽ هڪ ڦڙو پنهنجي ساڄي اک ۾ وڌو. ”مان پاڻيءَ تي بہ حڪم هلائي سگهان ٿو.“ هن حيرت

پرئي آواز ۾ رڙ ڪئي. پوءِ هو ڪلڻ لڳو- پهرين آهستي ۽ پوءِ پاڻ تي زور سان. هن جي اکين ۾ پاڻي تري آيو: ”منهنجي جسم ۾ موجود پاڻي. منهنجي اکين کي آلو ڪري سگهي ٿو. مون کي آسمان مان ڪنهن اهڙي سوڪڙي جي ضرورت ناهي. مان آزاد آهيان. ڇيئن وٽيم تيئن ڪريان- ۽ نڪي ڪنهن جي سهاري جي ضرورت آهي“ هن چيو.

هن ڳٽڻ شروع ڪيو. هُن سوچيو تہ هاڻ رڳو ساڍا ڏهہ ڪلاڪ آزادي جا رهيا آهن. آزادي- آزادي- آزادي! هاڻ هو رڙيون ڪرڻ لڳو- ڏک وچان يا خوشي منجهان. اها ڳالهہ سلڻ ڏکي هئي. قيديءَ کي جنهن ڏينهن موت جي هن ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ موڪليو ويو هو. هُن هڪ بلبل گهرائي هئي. جنهن کي هو نهايت پيار ڪندو هو. هُن ان بلبل کي ڏور ٽنگ ۾ ٻڌي ۽ اها ڏور ٻئي طرف در جي هڪ لوهي سيخ ۾ ٻڌل هئي. بلبل ڪوٺڙي منجهہ هيڏانهن هوڏانهن پئي اُڏري، ڪنهن مهل در جي لوهي سيخن مان ٻاهر بہ پئي نڪتي، پر ٻڌل ڏور ڪري پيهر ڇڪجي اندر پئي آئي. هن نٿي چاهيو تہ هوءَ آزادي حاصل ڪري، پوءِ پل ڪجهہ ساعتن لاءِ هجي. روز صبح ۽ شام جو، قيديءَ کي، هڪ ڪلاڪ پسار ڪرڻ جي اجازت ملندي هئي. هو هميشہ بلبل جي ڏور کولي پاڻ سان گڏ ڪٿي نڪرندو هو. بلبل سندس هڪ ڪلهي تي ويٺل هوندي هئي. ڪنهن ڪنهن مهل قيدي محسوس ڪندو هو تہ هو هڪ ننڍڙي پکيءَ لاءِ ظالم بڻجي پيو آهي. کيس ڪو حق ناهي جو پکيءَ جي آزاديءَ کان انڪار ڪري. اها خود غرضي هئي. ڪنهن مهل هو سوچيندو هو تہ بلبل کي آزاد ڪري ڇڏي، پر کيس اهو بہ يقين هو تہ بلبل سندس ايترو تہ ويجهو اچي، هري ڇڪي آهي، جو هو آزاديءَ لاءِ نہ اڏامي سگهندي. پر اصل ۾ کيس پڪ نہ پئي ٿي تہ واقعي بلبل اڏامي نہ وڃي ۽ اهو جوکم کڻڻ لاءِ تيار نہ پئي ٿيو. تنهن ڪري هن پکيءَ کي پنهنجو قيدي بنائي رکيو. ڪنهن مهل بلبل، در جي لوهي سيخن جي وچ ۾ وڃي تي ويٺي. ڪجهہ اندر ڪجهہ ٻاهر. قيدي سوچڻ لڳو شايد هي پکي بہ ڄاڻي ٿو، مون وٽ هاڻ ساڍا ڏهہ ڪلاڪ وڃي بچيا آهن. قيديءَ پنهنجون اکيون پوريون.

جيل جي گهڙيال جا ست ٺڪاءُ ٻڌڻ ۾ آيا.

You are under arrest, certainly, more than that I do not know.

- Franz kafka- *The Trial*

If you don't tell me where he (Garcia Lorca) is hiding, I'll take you away instead.
But he's not in hiding. He's gone out, that's all.
He's gone to read some poetry at a friend's house.

- Ian Gibson- *The Death of Lorca.*

# 2

صوبي جي وڏي "محافظ"، سائي ٽيليفون تي، ملڪ جي "محافظ" اعليٰ کان هدايتون ورتيون ۽ ضلعي جي "محافظ" کي ٻڌايو تہ "زيدؔ" جي خلاف قتل جي سازش جو مقدمو دائر ڪيو وڃي: "اوهان اهو ڪم ڪيئن ٿا ڪريو، سا اهم ڳالهہ ناهي، هن ٻڌايو. "پر جي عام رواجي دفتري سرشتي کان مختلف بہ هجي، تہ بہ حڪم جي تعميل ٿيڻ کپي. "زيدؔ" انهن ماڻهن مان آهي، جن اسان جي مخالفت ڪئي آهي. انهيءَ ڪري اهو ضروري آهي تہ "زيدؔ" کي هن ڪيس ۾ ائين الجهائجي، جو هو جان ڇڏائي نہ سگهي. هي مٿي جا حڪم آهن." ٽيليفون تي حڪم جاري هو: "پنهنجن اخبار وارن کي هٿ ڪريو ۽ اسين چاهيون ٿا تہ هُو پهرين صفحي تي قاتل جي روپ ۾ عوام آڏو پيش ٿئي ۽ اهڙين رپورٽن ۽ خبرن جي ڀرمار ٿي وڃي، جو اهو ثابت ٿئي تہ "زيدؔ" نہ رڳو وڏو ملزم آهي پر ڄڻ خوني بہ آهي. انهيءَ کان سواءِ فريادي ڌُر کي اهو يقين ڏياريو وڃي تہ اسين ساڻن گڏ آهيون. اخبار وارن ۾ اسان جا ڪيترائي دوست آهن. ڪين نوازڻ شروع ڪيو. رشوت ڏيو- تہ جيئن ڇتا ڪتا ايترو تہ ڀونڪن جو ٻيو هرڪو آواز دٻجي وڃي. اهڙيءَ طرح ڪيس تيار ڪريو جو نيٺ "زيدؔ" کي سُوري تائين پهچائي. سڀ شاهد، اسان جا پنهنجا ٺاهوٺ هجن. ڪين سلطاني شاهد بڻايو، جي ضرورت سمجهو. "زيدؔ" کي ڇڏڻو ناهي. اهو بہ فيصلو ٿيل آهي تہ جيڪو بہ ڪامورو انهيءَ ڳالهہ ۾ جفا ڪشي ڏيکاريندو، تنهن کي پروموشن ڏنو ويندو. ۽ ٻيو اهو بندوبست بہ ٿيل آهي تہ جيئن "زيدؔ" کي ضمانت نہ ملي."

ضلعي جي "محافظ" مٿي جا آرڊر پوليس تائين پهچايا. ۽ پوليس "زيدؔ" جي خلاف قتل جي سازش جو مقدمو داخل ڪيو. هُن کي گرفتار ڪري، هٿڪڙيون هٽي عدالت ۾ رمانڊ لاءِ پيش ڪيو. "زيدؔ" کي چار

ڪلاڪ ٻاهر ڪورٽ جي ورانڊي ۾ انتظار ڪرايو ته جيئن عام ماڻهن کي خبر پوي ۽ هو پاڻ کي انهيءَ ذلت واري حالت ۾ ڏسي سگهي. جڏهن پوليس سمجهيو ته بيوس "زيد" کي هاڻ گهڻن ماڻهن ڏسي ورتو آهي ته هو ڪيس تاڻي تي وٺي ويا. ٻئي ڏينهن، اخبار وارن پنهنجو ليمڪ ملهايو ۽ صفحن جا صفحا "زيد" جي ڏوهن سان پريا پيا هئا.

"زيد" اهي اخبارون پڙهندو ۽ حيران ٿيندو هو. صوبائي "محافظ" اهو سوچي خوش پئي ٿيو. سائو ٽيليفون برابر وڄڻ لڳو. وڏا ماڻهو وڏن ماڻهن سان ڳالهائڻ ۾ رڌل هئا. ات هرڪو خوش هو. حڪمن جي تعميل ٿي چڪي هئي. انهن سيني ڳالهين کان ڪو بي نياز هو ته رڳو "زيد" هو، جنهن کي اهي سڀ ڪارروايون، ڪنهن چرچي مثل پئي لڳيون. هن لاءِ، هٿڪڙيون لڳڻ ۽ عام ماڻهن آڏو خوار ڪرڻ جي ڪوشش، هڪ اعزاز مثل هيون. "زيد" کي ايئن خوار ڪرڻ وارا پاڻ نهايت گهٽ درجي جا ماڻهو هئا. جن نٽي ڄاتو ته ايئن ڪرڻ سان هو پاڻ ذليل ٿي رهيا آهن.

ٺاڻي تي، "زيد" کي لاڪ اپ ۾ ڦٽو ڪيو ويو. هٿڪڙين سميت هڪ زنجير سان ڪيس لوهي در جي سيخ سان ٻڌيو ويو. جنهن تي "زيد" پوليس انسپيڪٽر کي چيو، "ڇو نه منهنجي پيرن ۾ به زنجيرون وجهو."

"اسان کي قاتل جي حفاظت لاءِ خاص خيال رکڻو آهي." جواب مليو.

لاڪ اپ ۾ ارڙهن ٻيا به ملزم هئا. جن مان ڪي ڌاڙيل، خوني ۽ چور هئا ته ڪي شڪ جي حالت ۾ گرفتار ٿيل هئا. جيئن شام ٿي ته هڪ ملزم جيڪو ديڳيءَ جي چوريءَ ۾ ٻڌل هو، هير وارث شاهه مان ڪي بيت جهونگارڻ لڳو:

"اڻ ڄاڻ ۽ ڪوڙا ٻڌجي پيا صاحب،
ڏاهپ ۽ چڱائي وڃي لڪيون ڪنهن اوڙاهه منجهه،
سچ ڳالهائڻ رواج ناهي،
ڪوڙ دنيا کي بنائي ڇڏيو غلام،
سڀ ڪم آهن انباءُ جا- ۽ اُگرا.
ظالم جي تلوار تکي آهي،

**نہ تہ ڪي حاڪم رهيا نہ محڪوم،**
**اسين رهون ٿا بي يقينيءَ جي حالت ۾،**
**جت هر هٿ آهي ڪليل تلوار.“**

پوليس انسپيڪٽر الائي ڪٿان نروار ٿيو. سندس اسٽاف وارا چست ٿي بيهي رهيا. انسپيڪٽر ”زيد“ ڏانهن فاتحانہ انداز ۾ ڏٺو ۽ هڪ مُرڪ سندس منهن تي ظاهر ٿي. ڊگي جي چور جهونگارڻ بند ڪيو. انسپيڪٽر اڳتي وڌي ويو ۽ هن وري جهونگارڻ شروع ڪيو. الله جي انهن بندن بابت، جيڪي ظاهر طور الله جي رعيت کي ڏکوئيندا هئا، ۽ جيڪي الله جي نالي ۾ فيصلا تہ ڪندا هئا، پر سڀ ڏيکاءُ ۽ منافقت تي ٻڌل. اُهي منصف اهڙن ظلمن جي وقتن ۾ وڌندا ۽ ويجهندا آهن، پر ڪين اها ڄاڻ بہ هوندي آهي تہ الله جو انصاف ظالمن ۽ فريبين کي نہ بخشندو آهي.

هو نهايت سوز منجهان ڳائي رهيو هو. ”زيد“ کيس چيو: ”تون رات جو بيگاهہ وقت، ڌرتيءَ تي هلين ٿو ۽ مال چوڙين ٿو. تون رانجهي کي چو ٿو ڳائين، جيڪو پنهنجي محبوب هير جو چوپايو مال چاريندو هو.“

”رانجهو منهنجي من ۾ رهي ٿو. پر جي منهنجي قسمت ۾ بہ هير جو ڪسجڻ ڪليل آهي، تہ پوءِ پل چوپائي مال جو چور ٿي رهان،“ هو چوندو رهيو. ”سائين رانجهو ڪانئر هو، ڊڄڻو هو، هير سندس اڳيان وڃي ٻئي سان پرڻجي وئي، پر همراهہ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهيو ۽ ڪن ٽوپائي، ڪشڪول ڪٽي، جوڳي بڻجي ويو. ”زيد“ کوبہ جواب نہ ڏنو ۽ هو ڳالهائيندو رهيو. ”رانجهي کي جي دولاب ڏين ٿا، تن کان هوشيار رهجي جيڪي هميشہ سندس آس پاس رهن ٿا.“

هڪ ٻيو ملزم، جنهن تي زال کي قتل ڪرڻ جو الزام هو، چوڻ لڳو: ”رانجهي جون ڳالهيون ڇڏيو، انهن هڙني عاشقن ۾ ”مرزا“ مڙس ماڻهو هو. جڏهن کيس اها خبر پئي تہ صاحبان کي مائٽ ٻئي هنڌ پرڻائن پيا تہ همراهہ پنهنجي گهوڙي ”بڪيءَ“ تي سوار ٿي. صاحبان کي ايئن کڻي اُڏامي ويو جو سڀ ڏسندا ٿي رهجي ويا. مرزا جوان جو پٽ هو. جي ننڍ نياڳي نہ اچين ها تہ صاحبان جا پائر ڏکيو رسن ها ۽ ايئن اُمالڪ مارجي نہ وڃي ها.“ هو، زال کي قتل ڪرڻ وارو ملزم، مرزا صاحبان جي داستان مان ڪجهہ

بيت جهونگارڻ لڳو "مرزا چوندو هو ڪو جوڌو ڄائوئي ناهي، جو مون کي زير ڪري سگهي. ڪيترا جُنگ جوان منهنجي نالي کان خوف کائين ٿا. جي ڪڏهن دوبدو ٿيا تہ سندس اوچا ڳاٽ، منهنجي تلوار سان ڪرندا." هو ڊيمي سُر ۾ ڳائڻ لڳو. اهو بيت جنهن ۾ صاحبان پنهنجي عاشق کي چوي ٿي: "رب جي چڱن ڀانهن مَڪو لڌو ۽ مون توکي لڌو. اي منهنجا سائين، خيال ڪر تون شهر جي در تي آهين ۽ اهو شهر جو تنهنجي دشمن سان ڀريل آهي."

اوچتو هن ڳائڻ بند ڪيو. هن "زيدَ" ڏانهن ڏٺو: "مون کي خبر آهي تون هتي ڇو آيو آهين. ٽاٽي جا محافظ ڪجهہ ڇڻي رهيا آهن. ڇا توکي خبر آهي تہ هنن اهو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي تہ توکي نيٺ ڦاسيءَ جي تختي تي چاڙهيندا." هو ڪجهہ لمحا خاموش رهيو ۽ آهستي آهستي جهونگارڻ لڳو: "ننڍ نياڳي ڇڏ مرزا تنهنجا دشمن اچي رهيا آهن. سندن ترارون رت ۾ ٻڏل آهن. هو ٻنا قياس ۽ رحم جي مارين ٿا."

لاڪ اپ جا پهريدار بہ ٽانيڪا پئي لڳا. سندن سياءُ بہ مانيٽو پئي لڳو. پر هن همراهہ کو خيال نہ ڪيو عشق ۽ ڏاڍ جا بيت ۽ ڏوهيڙا چوندو رهيو- ۽ ايئن رات گهري ٿيندي پئي ويئي.

These christs that die upon the barricades

- Oscar wilde - *Sonnet to liberty.*

Thou art the ruins of the noblest man that
ever lived in the tide of times.

- Shakespeare - *Julius Caesar*

# 3

مينهن بند ٿي چڪو هو. ڇت ۾ ٿمڻ بند ڪيو هو ۽ "زيڊ" پٽن پر ليٽيل هو- بلبل سندس ڇاتيءَ تي آهلي پئي هئي. وڏو جمعدار، زورائتن قدمن سان سندس ڪال ڪوٺڙيءَ تائين آيو. هڪ ٽارچ سندس هٿن ۾ هئي. هن ڏٺو تہ قيدي، فرش تي بنا ڪنهن چُرپُر جي ليٽيو پيو آهي. سندس تجربي مطابق ڦاسي گهاٽ جا قيدي آخري وقت ۾ يا تہ اڌ هوش ۾ هوندا آهن يا پنهنجا هوش حواس وڃائي ويهندا آهن. هو ڳالهائڻ لائق بہ نہ رهندا آهن ۽ ڪنبندا رهندا آهن. سندن منهن پيلا ۽ اکيون ٽرا ڏيئي ويندون آهن. پر هيءُ قيدي، هن سوچيو، عام رواجي ناهي. نہ تہ ڪو خوف ٿو نظر اچيس، نہ وري ڪو ڊپ سندس چهري تي هو. اهڙو ڪوبہ ڏيکاءُ سندس منهن تي نہ هو جو عام طور تي انهن ماڻهن ۾ نظر ايندو آهي. جن جي ڄاڻ ساهہ جي تند ٽٽڻ واري هوندي آهي. هي قيدي تہ مرڳو پوري هوش حواس ۾ هو. نہ آخر وقت جون ٽوبهائون هيون نہ ڪا جسماني ڪمزوري ڏسڻ ۾ پئي آئي. بس رڳو خاموش ليٽيل لڳو پئي. اهڙي ڪهڙي طاقت هئي جنهن قيديءَ کي ايڏو پرسڪون بنائي ڇڏيو؟ اهڙي شڪتي جنهن کيس ايتري همت ڏني هئي. ڇا هن سوچيو هو تہ کيس آخري ساعتن ۾ ڦاسيءَ جي تختي تان بچايو ويندو. هو اهو ڄاڻيندو هو تہ ڦاسي گهاٽ جا سيئي قيدي انهي يقين سان آخري گهڙيون گهاريندا آهن تہ هو نيٺ بچي ويندا- ايتري قدر جو جڏهن ڦاسيءَ جي تختي ڏانهن قدم کڻندا ويندا آهن تہ ان وقت بہ سندن ذهن ۾ ڪو يقين، بچي وڃڻ جو، ضرور هوندو آهي. اميد جو سڳو ان وقت بہ نہ ٽٽندو آهي. جڏهن سندن منهن کي ڪاري ٽوپ سان ڍڪيو ويندو آهي. ان حالت ۾ بہ هو ڏسي ۽ ٻڌي سگهندا آهن، هر انهي چُرپُر کي جيڪا عام رواجي حالتن ۾ محسوس ئي نہ ٿيندي آهي. چوطرف وڻن جي پنن جي

اڻ محسوس ٿيندڙ ڇُرپُر ۽ جيل اسٽاف جي پاڻ ۾ سس پس به اهڙن قيدين
کي ڇٽيءَ ريت سمجهڻ ۾ ايندي آهي. سندن سڄو بدني نظام، تنتي
سرشتو. پنهنجي چوڌطرف جي ماحول ۾ جذب ٿي، ڪنهن چاڻ ڏيندڙ ساعت
جي اوسيئڙي ۾ هوندو آهي ۽ هو آواز جي خاموشيءَ کي به هڪ عذاب
سميت•نهايت صاف ٻڌي سگهندا آهن. اهي سڀ اڻ- ڇهندڙ ساعتون به ڪين
ايئن ڇٽي طرح محسوس ٿينديون آهن، ڄڻ ڪا فلم نهايت تيز رفتار سان
هلي پئي. رڳو ڪي ساعتون اهڙيون هونديون آهن جيڪي ڪين سلوموشن ۾
لڳنديون آهن جيئن ڦاهي ڏيندڙ جلاد جو پيرن هيٺان تختي ڪڍڻ جو عمل.

وڏي جمعدار پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترائي ڀيرا ماڻهن کي ڦاهيءَ تي
چڙهندي ڏٺو هو. هن ڪيترن ئي قيدين کي سهارو ڏيندي ڦاسيءَ جي ڦندي
تائين آندو هو. ماڻهو، ڦاهيءَ تي چڙهڻ مهل، عجيب ۽ يقين نه ڪرڻ جهڙيون
حرڪتون ڪندا آهن. ڪي زور زور سان ٽهڪ ڏيندا آهن، ۽ ٻيا بلڪل ٽٽي
پوندا آهن. ڪي نعرا هڻندا آهن ۽ ڪي ڳائڻ لڳندا آهن ۽ ڪي ڪي خوف
منجهه بلڪل گونگا لڳندا آهن. هن کي خبر هئي، جيڪي ماڻهو اهڙي وقت
بهادر ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، سي رڳو پنهنجي شان کي برقرار رکڻ
چاهيندا آهن ۽ پنهنجو پاڻ کي يقين ڏياريندا آهن ته ڪين ڪو خوف ناهي.
رڳو اهي ماڻهو اصل بهادر هوندا آهن، جن جي اندر ۾ سانت ۽ چهري تي
روشني هوندي آهي، جنهن وقت ڦاسيءَ جي تختي تي چڙهندا آهن ۽ هڪ
شانائتي ۽ مانَ سان ڀرپور جذبي جي هڪ جهڙائي سان، جيڪو سندن
پنهنجي سچ جي وهڪري مثل لڳندو آهي.

وڏو جمعدار "زيڊ" کي ڏسندوئي رهيو، جنهن ڏانهس ڪو ڌيان نه
ڏنو. هن ورانڊي ۾ پيل اسٽول ڪنيو ۽ آرام سان ويهي رهيو. اها سندس
ڊيوٽي هئي ته هو ڦاهيءَ چڙهڻ وارن قيدين جي نظرداري ڪري ته جيئن هو
حفاظت سان قتل گاهه تائين پهچن ۽ پوءِ سندن لاش سندن مائٽن جي حوالي
ڪري سگهجن.

وڏو جمعدار اڪثر انهيءَ ڳالهه تي غور ڪندو هو ته جي ڪو ماڻهو
ٻئي کي ماري ڇڏي ٿو ته اهو قانون جي نظر ۾ خون ڪرڻ جو ڏوهه آهي.
پر جي ڪنهن شخص کي ڦاسي ڏيئي مارجي ته اهو انصاف ۽ قانوني آهي.
قانون ماڻهن کي اوتروئي آساني سان ماري ڇڏي ٿو. جيئن ميونسپالٽيءَ وارا

رولو ڪتن ڪي ماريندا آهن. هن کي ڄاڻ هئي ته اڌ ڪن ماڻهو، جيڪي ڦاسيءَ تي چڙهيا سي بي ڏوهي هئا ۽ ڪيس اهڙن ڪيسن جي به خبر هئي، جن ۾ هڪ ماڻهو جي خون ٿيڻ تي تيرهن ڄڻن کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو هو.

هن کي سردار پڻ ياد آيو، جنهن جا، پنهنجا ماءُ لاءِ، آخري لفظ هئا: "جڏهن هو توکي منهنجو لاش حوالي ڪن ته مون کي سهرو ٻڌي، گهوٽ ڪري، جيل مان ٻاهر ڪڍجانءِ... مون ڪنهن کي به ڪونه ماريو آهي، " سردار کي جنهن ڏينهن خون جي الزام ۾ گرفتار ڪيو هئائون ان کان ٻئي ڏينهن سندس شادي هئي. ماءُ، پنهنجي پٽ جي آخري خواهش پوري ڪئي. هن کي دفن به گهوٽ وارن ڪپڙن سميت ڪيو ويو هو. هن جي ماءُ ۽ ڀيڻ واري ڪنوار پار ڪڍي رنو هو: "انصاف ڪٿي آهي؟ ڇا اهو انصاف آهي ته بي ڏوهي ڦاهيءَ چڙهن!"

ايتري ۾ اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ آيو ۽ وڏي جمعدار کان پڇيائين:

"ڇا قيدي سلامت آهي."

"بلڪل نؤبنو لڳي ٿو." جواب مليو.

"تنهنجو مطلب ڇا آهي. ٻڌائينس ته الله جي در تي ٻاڌائي توبهن ڪري. ڏس ڪيئن نه مزي سان ليٽيو پيو آهي ڄڻ ڪيس هاڻ ساهري گهر وڃڻو آهي."

"لڳي ايئن ئي ٿو، " وڏي جمعدار آهستي سان وراڻيو.

اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ ڪجهه دير اتي بيٺو رهيو ۽ پوءِ اڳتي هليو ويو. وڏو جمعدار ڪال ڪوٺڙيءَ جي ويجهو آيو ته جيئن مليل نياپو ٻڌائي سگهي، پر اکر سندس زبان تي اچي نه سگهيا. "زيد" هن ڏانهن نهاريو ۽ مرڪي ڏنو. وڏي جمعدار جيئن ئي "زيد" ڏانهن نهاريو ته ڪيس ايئن محسوس ٿيو ڄڻ هن جو چهرو ڪنهن روشني ۾ وهنتل هجي. هو وڌيڪ "زيد" کي ڏسي نه سگهيو. "تنهنجي بلبل ڪٿي آهي؟" آخر ايترو پڇي سگهيو. "خوش آهي پر جلد اڏامي ويندي." "زيد" کي به مٿس رحم پئي آيو.

جيل جي گهڙيال اٺ ٺڪاءُ هنيا.

The Dreyfus affair is one of the thousands upon thousands of tricks of the reactionary military clique.

- Lenin

# 4

”زيدٻ“ لاءِ ڏاڍو ڏکيو هو جو هو، ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ ڪجهه فوٽ هيڏانهن هوڏانهن چُري پُري سگهي. سندس هٿڪڙين جو زنجير، در جي لوهي سيخن ۾ ٻڌل هو. هو، هڪ پاسي پٽ کي ٽيڪ ڏئي وهندو هو يا سامهون پٽ کي يا وري مٿي ڇت ڏانهن تڪيندو رهندو هو. هن جو ڪاٻو هٿ، هٿڪڙيءَ ۾ قاتل هو ۽ ساڄو هٿ آزاد هو. جڏهن هُو ٻانهون ڦهلائيندو هو ته ترت محسوس ڪندو هو ته ڪاٻي ٻانهن کي وڌيڪ ڦهلائي نٿو سگهي. اهو احساس ايذاءَ وانگر هو. جڏهن لوهي زنجير کي پنهنجي ٻانهن جي ماس ۾ وڍ وجهندي ڏسندو هو. هڪ ڀيري بيزاري ۾ هن زنجير ۾ جڪڙيل ٻانهن کي فرش تي زور سان هنيو. سور سهڻ جهڙو نه هو ۽ هو ڪرائيءَ تي رت کي ڏسڻ لڳو ۽ اهڙي ريت ڪيترائي ڀيرا هن ڪوشش ڪئي ته ڪرائيءَ تي پيل زخمن کي ڏسي سگهي پر هٿڪڙي اهڙي سختيءَ سان لڳل هئي جو ڪيس ان جي هيٺان ماس نظر نه پئي آيو. اهڙيءَ حالت ۾ هو پنهنجو پاڻ کي چوندو هو ته اها بيوقوفي آهي جو ايئن پاڻ کي عذاب ڏجي ۽ پوءِ ڪوٺڙيءَ جي ٻاهر ڏسندو هو ته ڪنهن ڪيس انهيءَ حالت ۾ ڏٺو ته نه. ڪيس نفرت هئي ته ڪو مٿس کلي. پر اها حقيقت هئي جنهن مهل هو ايئن ڪندو هو ته ڪيس ڪنهن جي پرواهه نه هوندي هئي.

مان اڪيلو قيدخاني ۾ آهيان. هن سوچيو. ٻين جي ڪا ڳالهه ناهي. هو هن ڪال ڪوٺڙي م قيدخاني ڪان ٻاهر آهن، مون ڪان ٻه. هن ڇت ۾ لڳل لوهي تيئر ڳڻڻ شروع ڪيا. اتي هڪ گاربر ۽ اٺ تيئر هئا. هن ڳڻيو، هڪ دفعي، ٻئي دفعي، ٽئين دفعي– پهرين ڏسندي، پوءِ يادگيري منجهان ۽ پوءِ پنهنجين آڱرين تي– ڪاٻي هٿ جون. ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ چار روشندان هئا. ٻه ايرندي پاسي ۽ ٻه الهندي پاسي. هڙيئي روشندان لوهي سيخن سان

ڍڪيل هئا. ڪال ڪوٺڙي جي در ۾ نوَ لوهي سيخون لڳل هيون. هُن اُنهن کي ڳڻڻ شروع ڪيو. هن اکيون بند ڪيون ۽ ڳڻڻ شروع ڪيون ۽ پوءِ هڪ اک بند رکي وري ڳڻيون. ائين ڪجهه وقت رهيو. هن ڏسٽي- آڱر هڪ هڪ لوهي سيخ جي ديگهه تي آهستي آهستي هلائي. هر ڀيري جڏهن هو ائين ڪندو هو ته لوهي سيخون گم ٿي وينديون هيون- ۽ ڪيس هڪ قسم جي سرهائي جو احساس به ٿيندو هو. هن سوچيو: منهنجي هڪ ننڍڙي آڱر جي اشاري سان لوهه ڳريو وڃي. هُن کي پاڻ ۾ هڪ نئون اعتماد اڀرندو محسوس پئي ٿيو. اهي سڀ چرچا آهن. هن پنهنجو پاڻ کي چيو مان هنن ڪڙن ۾ زنجيرن کان آزاد آهيان. هر انهي دباءُ کان آجو آهيان جيڪو مون تي وڌو ويو آهي. مان پنهنجي بند کان وڌيڪ سگهارو آهيان. هُو مون کي پرزا پرزا ڪري نه سگهندا. هُن پنهنجي ڪاٻي ٻانهن چوري ۽ زنجيرن جو آواز اچڻ لڳو ۽ جيڪو ٻانهن کي چورڻ بند ڪرڻ کان پوءِ به ٻڌڻ ۾ آيو پئي. اها حرڪت ۽ آواز ڪيس وٽيا پئي ۽ پڻ مضبوط به بنايو پئي.

”زيبد“ پوليس لاڪ اپ ۾ گذاريل ٻيو ڏينهن ياد ڪرڻ لڳو.

ساٿس گڏ ٻين ملزمن ڪيس پوليس تشدد بابت ٻڌايو هو. چوپائي مال جي چوريءَ ۾ آيل همراهه ڪيس ٻڌايو ته پوليس سندس ڪڙين تي اهي ڦٽڪا وهايا هئا جو هنڌ هنڌ چيرجي رتوڇاڻ ٿي پيو. هڪ ٻانهن به ڀڳي هئائون. پر همراهه سچي ڪانه ڪئي. ٻئي چور ٻڌايو ته مون ڪين چيو ته اوهان ڀل بجلي سان پيريل تارون منهنجي لڱن تي ڦيريو. ڳاڙها مرچ پنيان چاڙهيو. ڳريل ڪنڊ جي ٿهڪندڙ شيري سان لڱ لِنبو يا ماڪوڙن سان سٽيل فرش تي سمهاريو. برف جي ناديءَ مٿان ليٽايو يا اونڌو لٽڪايو. پر اهو ڪڏهن ڪونه ٻڌائيندس ته چوري ڪٿي لڪل آهي. هڪ ٻئي ملزم به چوري ڪانه سلي ۽ سندس سڄي بت تي سگريٽن جي ڏنڀن جا نشان هئا. انهن ڳالهين تي ”زيبد“ کي ڪاوڙ پئي آئي ۽ چاهيائين پئي ته جي سندس هٿن ۾ مشين گن هجي ته هو انهن هڙني باوردي ماڻهن تي رائونڊ مٿي رائونڊ هلائي ڇڏي وجهي جن عام ماڻهن جي آزادي سلب ڪئي آهي. پر هُو پاڻ کي بي پهچ محسوس ڪرڻ لڳو. هُو اهو سڀ اڪيلو نٿو ڪري سگهي. ڪيس انهيءَ لاءِ طاقت، ٻڌي ۽ ماڻهن جي ضرورت هئي. پر اهو ڏينهن ضرور ايندو ۽ جنهن ۾ ڪو شڪ شبهو ناهي.

اوچتو چڻ تہ هلچل شروع ٿي ويئي. سيڪو پچ ڊوڙ ۾ هو- گارڊ، پوليس انسپيڪٽر ۽ ٻيا ننڍا زيردست. ضلعي جو "محافظ" بس ڇاڻ پهچڻ وارو هو. هن کي "زيد" سان ٿورو ڳالهائڻو هو. لاڪ اپ ۾ بند هڙني همراهن سيني کي گارين ڏيڻ شروع ڪيون، جن ۾ پوليس وارا، سندن صاحب کي ۽ آخر ملڪ جي "محافظ اعليٰ" کي بہ ڪونہ ڇڏيائون.

هڪ اڇي رنگ جي جيپ اچي ٿاڻي ۾ اندر بيٺي، جنهن ۾ ضلعي جو محافظ ويٺل هو، چڱي وڏي عمر جو اچن وارن سان ۽ ننڍڙو قد. پوليس وارن سيليوٽ ڪيو ۽ پوءِ جهڪي سلام ڪيو. هوڏانهن لاڪ اپ ۾ بند همراهن گڏجي گارين جي ٻيگهي مچائي ڇڏي.

"ڪتي جا پٽ. حرامي، تنهنجي ماءُ سان سمهان- حرامي او ڪتڻ. شراب پي آيتون پڙهڻ وارا- تون ڪسبياڻي جو پٽ- تنهنجي ماءُ تنهنجي ڀيڻ- تنهنجي زال- تنهنجي ڌيءَ... تون ڪڃرن جو تخم!"

"زيد" گارين جي انهيءَ وهڪري کي ٻڌي رهيو هو ۽ ٻيا سڀ همراهہ ڪيس ڏسي رهيا هئا تہ شايد هو بہ ساڻن شريڪ ٿيندو. پوءِ انهن سيني "زيد" کي ڳالهائيندي ٻڌو: "هي ماڻهو جنهن کي اوهان گارگند ڪري رهيا آهيو، فقط هڪ ننڍي ۾ ننڍو پرزو آهي انهي نظام جو جنهن کي نيٺ ڊاهڻو آهي. سواءِ ڊاهڻ جي گارگند مان ڪو فائدو ناهي ۽ اوهان پنهنجي زبان خراب ڪري رهيا آهيو. هن هڪ ڪتي جي مرڻ مان ڇا ورندو. ڇو نہ انهن سيني کي ماري نيست نابود ڪيو وڃي جن ورهين کان اسان تي ظلم جو راڄ قائم رکيو آهي."

ضلعي جي "محافظ" جو باريش اردليءَ يڪدم جيپ مان مصلو. ڪونٽرو ۽ بريف ڪيس ڪنيو ۽ اندر آفيس ڏانهن ويو جت صاحب اڳ ئي ڪرسيءَ تي ويٺو هو. ڪجهہ ساعتن کان پوءِ، هڪ پوليس وارو آيو ۽ "زيد" کي حڪم ڪيائين تہ سندس پٺيان پٺيان اچي. پوليس واري انهي زنجير کي پنهنجي پيٺيءَ ۾ اٽڪايو جيڪا هن جي هٿ ڪڙين سان لڳل هئي ۽ وڏا قدم کڻندو هن کي انهي ڪمري ۾ وٺي آيو جت ضلعي جو "محافظ" ويٺو هو. هن "زيد" کي چڱي ريت مٿي کان هيٺ جانچي ڏٺو ۽ پنهنجي حقي کي چڪيندي، هيٺ ويهڻ لاءِ چيو ۽ پوءِ نڪ مان دونهان ڪڍيندي چوڻ لڳو: "اوهان کي لاڪ اپ ۾ وجهڻو پيو. تنهن لاءِ مون کي

افسوس آهي. اهي ڳالهيون انگريزن جي راڄ کان هلنديون اچن. آزاديءَ کان پوءِ حڪومت لاڪ اپ ۽ ان جي سڌاري بابت ڪجهه ڪري نه سگهي آهي. هر ملزم لاءِ اسان کي روز پنجاهه پئسا تا ملن سرڪار وٽان. ۽ انهن پنجاهه پئسن مان هر ضرورت پوري ڪرڻي آهي. انهن ملزمن کي اسين ڪيئن ٿا سهولتون ڏيئي سگهون جن تي خون جو ڏوهه داخل آهي. اسان اهو به ڄاڻون ٿا ته اوهين ڪو پڇي ڪونه ويندا پر ظاهر آهي قانوني ڪم سڀ پورا ڪرڻا آهن."

"ڪهڙو قانون ۽ ڪهڙا ڪم؟" "زيب" چيو. "اهو قانون انگريزن جو نهيل آهي جيئن معصوم ماڻهن کي جيل ۾ داخل ڪجي- جنم ٽيپ ڏجي ۽ آخر ڦاهيءَ جي تختي تي چاڙهجي. قانون جي ڳالهه نه ڪر، اهو رانديڪو آهي اوهان جي هٿن ۾ ۽ انهيءَ کي هٿيار ڪري ٿا واپرايو غريب ۽ ابوجهه ماڻهن لاءِ. انهيءَ متعلق نه ڳالهايو ته بهتر، پر مون کي ٻڌائي توکي ڪيترا پئسا مليا آهن، مون تي ڪوڙو ڪيس ناهڻ تي، پنجاهه هزار لک يا ترقيءَ جو آسرو؟"

"اوهان نهايت گنڀير الزام پيا هڻو. مون پنهنجي سموري نوڪري هڪ آنيسٽ آفيسر بنجي گذاري آهي. مون کي انهن آفيسرن کان نفرت آهي جو پاڻ کي رشوت آڏو بيوس سمجهن ٿا." ضلعي جي "محافظ" چيو. هو ڪجهه دير لاءِ ترسيو ۽ پنهنجي بريف ڪيس کوليائين شايد آفيم ذري لاءِ، جنهن جي ٻاڙ پئي لڳس، پر پوءِ اهو خيال بدلائي وري ڳالهائڻ شروع ڪيائين: "اسان وقت جي حڪومت جا وفادار آهيون. ڪالهه تائين اوهان جا دوست حاڪم هئا. اسان سندن حڪم. بنا ڪنهن سوال جواب جي مڃياسين. اڄ ٻيا حڪومت ڪن ٿا اسين سندن تابعدار آهيون."

"اهي ماڻهو جيڪي حڪومت پيا ڪن، تن جي چوڻ تي تون مون کي خون جي ڪيس ۾ ڦاسائين پيو؟" "زيب" پڇيو.

"اوهان کي فرياديءَ جي رپورٽ تي ٻڌو اٿئون." "ضلعي محافظ" چيو.

"مون کي سچ ٻڌاءِ" "زيب" پڇيو، "مان شاعر آهيان ۽ انهن ماڻهن سان تعلق رکان ٿو جيڪي صاحب اقتدار جي خلاف آهن. مان سندن خلاف شعر لکان ٿو. سندن ڏاڍ ۽ ظلم خلاف. ڇا انهن توکي نه چيو آهي ته مون

ڪي قتل جي واردات ۾ اڙائي؟"

"مان ضلعي جي انتظاميہ جو سنياليندڙ آهيان. مان تو آڏو جوابده ناهيان. مان هت تنهنجو بيان لکڻ آيو آهيان. توکي اجازت آهي تہ يا پاڻ لکي ڏي يا هت ڪنهن پوليس آفيسر کي لکراءِ. مان توکي رڳو ايتري صلاح ڏيندس جيڪي ڪجهہ لکين، سچ لکجئين."

"بي شڪ." "زيدؔ" وراڻيو. "چاڪاڻ تہ تو جيڪي ڳالهايو سڀ سچ ڳالهايو آهي. هاڻ مون کي ٻڌاءِ تہ تون مون کان ڪهڙي قسم جو بيان چاهين ٿو. ڇا تون چاهين ٿو تہ مان تنهنجي ۽ تنهنجي آقائن اڳيان پنهنجي حياتي جي بيک گهران. انهيءَ ڪري جو مان بي ڏوهي آهيان! خير، تون اهو بہ ٻڌي وٺ تہ تو وٽ اختيار ناهي جو مون کي ڪنهن ڳالهہ ۾ جوابدار بنائي سگهين. توکي ڪو حق ناهي جو پنهنجو فيصلو منهنجي حياتي يا ڪردار تي مڙهين. مون کي تو ۾ يا تنهنجي ارادن تي ڪو اعتبار ناهي. تون آزاد آهين تہ اخبارن ۾ منهنجي نالي سان ڪارنهن ملين. توکي اختيار آهي تہ مون تي ڪنهن خاص جوڙيل عدالت ۾ ڪيس هلائين. پر تون منهنجو ڪجهہ بہ بگاڙي نٿو سگهين. انهيءَ ڪري جو مان ماڻهن جي دلين ۾ رهان ٿو. مان هميشہ پنهنجي ماڻهن لاءِ اُميد جو ستارو بنجي رهندس- ۽ تون ايندڙ نسلن لاءِ هڪ ڌڪاريل ۽ نفرت جوڳو انسان بنجي ويندين."

ضلعي جو "محافظ" اوچتو ڪاوڙجي پيو. هن پنهنجي پڪوڙيل مٺ ميز تي وهائي ڪڍي. پوليس انسپيڪٽر ڊوڙندو اندر آيو. "هن کي واپس لاڪ اپ ۾ اچلايو. هي بيان ڏيڻ لاءِ تيار ناهي. خير پاڻهئي پڇتائيندو. اسان تہ سائس ڀلائي ڪرڻ ٿي چاهي پر هي اڃا اقتدار جي نشي ۾ لڳي ٿو. سمجهہ بہ وڃائي وينو آهي." "ضلعي محافظ" گجيو پئي.

"سائين مون کي اجازت ڏيو تہ مان بيان لکرائي وٺان." پوليس انسپيڪٽر چيو. "هڪ ملزم ڪيئن ٿو انڪار ڪري سگهي. اها تہ قانون جي تقاضا آهي- ۽ اسان پوليس وارن جو فرض بہ آهي. پر جي هي خاموش رهڻ ٿو چاهي تہ اها بہ اسان جي فائدي جي ڳالهہ آهي. انهيءَ جي معنيٰ تہ هن ڏوهہ باسيو آهي."

"زيدؔ" اٿي بيٺو ۽ هڪ سپاهيءَ جي پويان هلڻ لڳو جنهن کيس آخر لاڪ اپ ۾ ڌڪو ڏنو.

ضلعي جي "محافظ" پوليس انسپيڪٽر کي چيو: "هن جو بيان پاڻ تيار ڪريو پر اهو خيال رکجو متان ڪٿي ڪا چڪ يا ڪو جهول نہ ٿي پوي."

"جي سائين. رب چاهيو تہ ايئن ئي ٿيندو." جواب مليو.

انسپيڪٽر ڪمري جو در بند ڪيو ۽ رقم جا بنڊل ميز تي رکيا. "سائين هي پنهنجي بريف ڪيس ۾ رکو. اهي پئسا فريادي ڌر کان مليا آهن. ڪجهہ پئسا اڳواٽ اوهان کي پهچائي چڪو آهيان. هن ۾ ڪجهہ پئسا فلاڻي مولانا جا بہ ڏنل آهن. مهماني طور. سائين مولانو اصل باهہ ٿيو وينو هو تہ "زيد" کي ضرور ڦاهو ملي."

ضلعي جو "محافظ" پنهنجي آفيس ڏانهن موٽيو. هن اچو ٽيليفون کنيو ۽ صوبي جي "محافظ" کي اجوڪي روئداد کان واقف ڪيو جنهن سائي ٽيليفون تي سڀ کان اعليٰ "محافظ" کي ٻڌايو. ڪيترائي ساوا ٽيليفون انهيءَ ڏينهن وڄندا رهيا. ٻئي ڏينهن "زيد" کي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو ۽ عدالتي رمانڊ ورتو ويو ۽ ڪيس جيل موڪلي ڇڏيائون. ڪيترائي ماڻهو جن ڪيس سڃاتو، نهايت خاموشيءَ سان ڪيس پوليس لاڪ اپ ۾ ڏٺو. هو هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا:

"زيد" کي انهي ڪري سزا ڏني وڃي ٿي جو هو غريبن کي چاهي ٿو.

"زيد" کي انهيءَ ڪري جهليو ويو آهي جو هو ماڻهن لاءِ سندن پنهنجي زبان ۾ لکي ٿو.

پر ڪي اهڙا بہ هئا جيڪي خوش هئا. جن ۾ مل مالڪ، زميندار، آفيسر جي سدائين سوٽ ۾ رهن ٿا. بلئڪ مارڪيٽيئر جن الائي ڪيترا حج ڪيا هئا. ملا ۽ اسمگلر پڻ خوش هئا.

Must then a christ perish in torment in every age to save those that have no imagination.

- Bernard Shaw.

# 5

جــڏهن ”زيد“ کي جــيل آندو ويو تہ هڪ سندس هٿ ڪڙيون ڪوليون ۽ ڪراين تي نہ رڳو لوهہ جا وڍ پئي نظر آيا پر چوڌاري رت بہ ڄمي ويو هو. ”زيد“ پنهنجي ڪرائي مهٽي ۽ ڪجهہ رت ڦڙا ظاهر ٿيڻ لڳا. هن جو نالو جيل جي رجسٽر ۾ درج ڪيو ويو ۽ پوءِ ترت ڪيس جيل جي وڏي دالان ۾ اماڻيو ويو. سيئي قيدي، دالان ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ هڪ وڏي دروازي جي ننڍڙي پاسي واري در مان جهڪي اندر داخل ٿيندا هئا. اها بہ هڪ غلامي واري دور جي روايت هئي. قيدين کي ڳاٽ اوچو ڪري داخل ٿيڻ جي اجازت نہ هئي. انگريز راڄ کان پوءِ، سندن پويان بہ اها روايت قائم رکندا آيا هئا. ننڍي در کي، سندن محاوري مطابق ”وڪٽ گيٽ“ چوندا هئا. ”زيد“ جي، قائدي مطابق وڪٽ گيٽ مان داخل ٿيڻ کان اڳ تلاشي ورتي ويئي. اهو هڪ بيو رواج هو قيديءَ کي پشيماني محسوس ڪرائڻ جو، هن وٽ ڪجهہ بہ نہ هو. انهي ڪم تي لڳايل گارڊ پڻ ڪجهہ حيران ٿيو تہ ”زيد“ جهڙي مشهور ماڻهوءَ جا تہ ڪيسا پريل هئڻ گهرجن. پر اها بي ڳالهہ هئي تہ هن جو روح پريل هو ڪيسا نہ. گارڊ سگريٽ جو پاڪيٽ ڪوليو ۽ ”زيد“ کان پڇيو. ”سگريٽ پيئندا؟“ هن کي ڪاوڙ پئي لڳي پر ڪڇيو نہ. هن کي خبر هئي تہ جيل ۾ قيدين کي اهڙين ننڍڙين ڪريل حرڪتن سان مڇرائيندا آهن. هن سوچيو تہ هو سندن هٿن ۾ نہ ڪيڏندو.

”زيد“ کي اندر هڪ سورمي جهڙو استقبال مليو. هر ڪنهن کي خبر هئي تہ هو ڪير هو ۽ مٿس خون جو الزام ڇو مڙهيو ويو هو. جنهن بيرڪ ۾ ڪيس رکيو ويو ان ۾ سٺ قيدي هئا. هو سڀ تازو پهتل هئا ۽ سياڻي سندن ڇڪاس ٿيڻي هئي. ”زيد“ پنهنجي ڪنڊ ۾ وڃي ويٺو ۽ بيا سڀ واري واري ڪيس ملڻ آيا ۽ سندس حال تي افسوس ڪرڻ لڳا. هن

محسوس ڪيو تہ هي مجرم نھرايل ماڻھو وڏيڪ اخلاق ۽ ڪردار وارا هئا. خاص ڪري انهن ماڻهن کان جيڪي آزاد فضا ۾ پاڻ کي پاڪ صاف سڏائڻ جا دعويدار هئا.

"زيد" کين ٻڌايو: "مان پنهنجي صوبي جي ٻولي ڳالهايان ٿو. مان انهيءَ ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکان ٿو. هو چاهن ٿا تہ مان تباهہ ٿي وڃان ڇو تہ مان ماڻهن لاءِ ڳالهايان ٿو. سندن زبان ۾. اخبارن منهنجي خلاف لکيو آهي. انهيءَ ڪري جو هو وڪاڻيل آهن. ڪيترن ئي صحافين جا پيٽ ڀريا ويا آهن جيئن هو منهنجي خلاف لکن. هاڻ مون کي هڪ خاص جوڙيل عدالت ۾ پيش ڪندا ۽ جنهن لاءِ حڪم پهچي ويا آهن."

اندر بند ٽيل ماڻهن ڪانئس ڪيترائي سوال ڪيا. "زيد" جواب ڏيندي هڪ ڄڻي کي چيو: "منهنجا لکندڙ ساٿي منهنجي ڇا مدد ڪري سگهن ٿا؟ هنن ۾ ايڏي جرئت ناهي. خاص ڪري جهونا ۽ سينئر ليکڪ. هو قوت وڃايل ۽ ٻي سگهہ آهن. سندن ڳالهائڻ ۽ عمل ۾ تفاوت آهي. هو شاعري ڪن ٿا، ادب لکن ٿا پر کين هڪ عام پوليس وارو ڏيکاريو تہ پنهنجي مُٺ ۾ پاڻ ترڪندا. هنن طاقتور جي جوتن چٽڻ کان ڪڏهن بہ نہ ڪيٻايو آهي. هو صرف پنهنجي ڪل ۽ نوڪري بچائڻ ۾ پورا آهن. همت، مقصد سان سچائي ۽ شان رڳو نندي ٿهيءَ جي ليکڪن ۾ ملندو. هو اهو سڀ ڪجهہ ڪن پيا جيڪو ڪري سگهن ٿا. پر اوهان بال پوائنٽ پين سان مشين گن جو مقابلو نٿا ڪري سگهو. اسان جا ليکڪ اجا مشين گن کڻڻ لاءِ تيار ناهن. جيتوڻيڪ اهو وقت پري نہ آهي.

"قانون انڌو آهي. جن سان انصاف ڪرڻو آهي سي وڪائو جنس آهن. اسان جي سماج ۾ هرڪا شيءِ نيلام ٿئي ٿي: فوجي آفيسر، سول ڪامورا، سياستدان، مصنف ۽ ملا. اسان کي ڇا ٿيو آهي؟ نيٺ اهو نظام بدلڻو آهي. اهو ڏينهن اچڻو آهي ۽ اسان کي ان جو انتظار ڪرڻو آهي. عام ماڻهو جي سگهہ کي هميشہ روڪي نٿو سگهجي. اسان جا ماڻهو هڪ ڏينهن اُٿندا. انهيءَ جنگ لاءِ جيڪا سامهون نظر اچي پئي. هرڪو سپاهي بنجي وڙهندو. اها جنگ جوڙيل رهندي جيستائين سوڀ حاصل ٿئي."

"زيد" جي انهن اکرن سندن ٻڌندڙن جي لڱن کي ڪانڊاري چڙهيو. هاڻ ڪيس خبر هئي تہ اهي سڀ ساڻس گڏ آهن. سندس سپاهي آهن ۽

سائنس ڪلهي ۾ ڪلهو ملائي وڙهندا. انهيءَ مقصد لاءِ جيڪو هن سوچيو هو.

اڌ رات هئي. چوڌطرف خاموشي هئي. ڪنهن قيديءَ جي ڏکويل آواز خاموشيءَ کي ٽوڙيو:

**”رانجهي دنيا تياڳي - ۽ مان جنهن سان دنيا ساڻ آ**
**هاڻ مان زمين تي هلان ٿو اڪيلائپ ۾**
**ڪن اٽجاڻ پيادل مسافرن ڏانهن**
**۽ چو منهنجي محبوب مونکي ڇڏي ڏنو آهي.**

ٻئي ڏينهن انهيءَ بيرڪ جي انچارج، جيڪو پاڻ به جنم ٽيپ ڪاٽي رهيو هو. ”زيڊ“ کي ٻڌايو ته جيل سپرينٽينڊنٽ يا وڏو صاحب ۽ سندس ڊپٽي يا ننڍو صاحب ايندا ۽ قيدين جي چڪاس ڪندا. ”زيڊ“ کي پٽ تي ٻين قيدين سان گڏ ويهاريو ويو ۽ ڪيس چتاءُ مليل هو ته جيسين صاحب موجود هجن ته اکيون جهڪيل هجن. جنهن مهل وڏو صاحب آيو ته سڀ قيدي سندس آڏو پيش ڪيا ويا: هي چور آهي- هن هڪ عورت کي اغوا ڪيو- هن شراب پي گوڙ گمسان ڪيو- هن هڪ عورت جي عزت لٽي- هي همراهه چوڪر سان مسيت ۾ ڪارو منهن ڪندي پڪڙيو. هن پنهنجي زال جي منهن تي تيزاب هاريو.

۽ ايئن انسپيڪشن هلندي رهي. جي ڪنهن همت ڪري ڪنڌ مٿي ڪنيو تي ته اوڏي مهل ئي واربر بيد سان همراهه کي ڪٽيو. انصاف جي تقاضا پوري ڪرڻ لاءِ. اهڙن بي افعالن قيدين کي مرغو به بنايو ويندو هو. ڪن کي پٺن تي چمڙي جي پٽي سان ماريندا هئا. چورن ۽ اغوا ڪندڙن کي ته هونئن ئي مار پئي پوندي هئي. اهي قيدي جي هڪ ڪان وڌيڪ ڏوهن ۾ جهليل هئا تن تي ”خطرناڪ“ جو ٺپو هٽي، جانورن وانگر زنجيرن ۾ ٻڌي ڇڏيندا هئا. باقي هڪ شيءِ جا عام هئي بنا ڪنهن لحاظ لڙي جي- سا هئي گار. سپرينٽينڊنٽ صاحب جون گاريون هر ننڍي وڏي لاءِ عام جام هيون. وڏو صاحب جڏهن پرسان پهتو ته ٿورو ڦونڊجي ويو. هڪ تمام اهم ماڻهو سندس رحم ڪرم تي هو.

”هي خون جي ڏوھہ ۾ آهي.“ واربر چيو.

”مون کي خبر آهي. ڪاغذن ۾ ڏٺو هوم.“ وڏي صاحب بي نيازيءَ سان وراڻيو، هن کي اي- بيرڪ ۾ رکوس. هن کي وهنجاريو ۽ جيل جي پتين کي رنگ روغن بہ ڪريو.“

”زيد“ ڪجھہ بہ نہ چيو. هن نٿي چاهيو تہ هو پنهنجي بي ڏوهي هئڻ کي ثابت ڪري. هن سوچيو تہ ڪيس ڳچيءَ ۾ هڪ تختي لٽڪائڻ کپي جنهن تي لکيل هجي تہ هو بي ڏوهي آهي. پر ان سان ڇا ورندو. هن کي خبر هئي تہ هو قاتل نہ هو. بس اهوئي ڪوڙ هو. ماڻهن جو ڇاهي؟ هو ڪير آهن جو مٿس الزام هڻن ٿا.

ڇڪاس ختم ٿيڻ کان پوءِ ”زيد“ کي جيل جي ڊاڪٽر آڏو پيش ڪيو ويو. هن جو وزن ڪيو ويو ۽ ڪيس هڪ ٽڪيٽ ڏني وئي هئي جنهن جو نمبر 786 هو. ٽڪيٽ تي سڀ معلومات لکيل هئس.

جيل ۾ اچڻ جي تاريخ... جولاءِ 1977ع.

نالو... اڃان نہ رکيو ويو آهي.

مائٽن جو تفصيل... تفتيش هيٺ.

ذات... 5000 سال پراڻي. هڙپہ ۽ موئن جي دڙي سان لاڳاپيل.

تعليم... پڙهيو پر ڪڙهيو نہ.

ڊوميسائيل... ماڻهن جي دلين ۾.

ڏوھہ... ڪافڪا جي 'JOSEPH 'K سان ڦولهجي.

وزن... ڪک کان هلڪو. فولاد کان ڳرو.

عمر ۽ ڄم جي تاريخ... 30 سال، ڄم 1947ع.

شنوائي جي ايندڙ تاريخ... ڳاڙهي سج جو صبح.

”زيد“ کي اي. بيرڪ ۾ هڪ ڪنڊ ملي. هن جيل ۾ مليل ڪمبل اڃا اتي وڇايائي مس هئا تہ واربر رڙ ڪئي: ”منهنجا سائين هت آرام ۽ تفريح لاءِ نہ آيا آهيو. اڃو منهنجي پٺيان.“ ”زيد“ کي هڪ باردي هٿ ۾ ڏني وئي ۽ ڪيس ٻڌايو ويو تہ اها باردي پاڻيءَ جي ڀري ڀري جيل جي پٽ کي آلو ڪري. ٻئي قيديءَ کي گاري سان پٽ لنبڻ جا حڪم مليا هئا. ”ڪيستائين هيءَ ديوار بيهندي.“ هن سوچيو ۽ بي باردي پاڻيءَ جي اڇلي هنيائين.

اي- بيرڪ ۾ سئو کن قيدي هئا جي مختلف ڏوهن ۾ سزا ڪاٽي

رهيا هئا. ڪجهہ ڄڻن جا مقدما اڃا هليا هئا ۽ ڪي تہ اڃا ڪيس هلڻ جي آسري ۾ ئي ڳري ويا هئا. خون جي ڏوهہ وارا ڪي ملزم تہ پنجن پنجن سالن کان قيد ۾ هئا پر اڃا مٿن ڪيس ئي نہ هليو هو. جي اهڙو قيدي ڇٽي بہ ويو تہ ورهيہ خدا جا. الزام هيٺ قيد ۾ گهاريل ڪنهن ڪاتي ۾ نہ هئا. پر جي سزا ملي تہ حراست ۾ گهاريل سالن جا سال ٽيپ ۾ شمار نہ ڪبا. اهو انگريز سرڪار جو قانون هو پر هاڻوڪي سرڪار کي ان جي ڄاڻ بہ نہ هئي.

اي- بيرڪ ۾ "زيڊ" ڪي اهڙا بہ ملزم مليا جن جي ڪورٽن ضمانتون ڪٽي ڇڏيون هيون پر ڪوبہ ڪين ضامن نہ ملي سگهيو. ڪي اهڙا ملزم بہ مليس جن جي ڪيل ڏوهہ جي سزا گهٽي ۾ گهٽو 3 سال هئي پر هو چار سال تہ اڳ ئي جيل ۾ ڪاٽي چڪا هئا جو اڃا مقدمو هلي پورو نہ ٿيو هو. سڄو ڏينهن اهڙن ملزمن کان "Fatigue" يا بيگر وٺندا هئا. هر صبح بيرڪ کي کولي قيدين جي ڳڻپ ٿيندي هئي. سندن حاضري وڏي واڪ سڏ سان ٿيندي هئي. ڪين نہ رڳو حاضري لاءِ رڙ ڪرڻي پوندي هئي پر پيءُ جو نالو بہ ٻڌائڻو پوندو هو.

رحما- واربر رڙ ڪندو.

پٽ لال جو.

- جيرا!

پٽ محمد جو.

- آحمو

پٽ حسين جو.

- شريفا

ڪو جواب نہ مليو. ڏاڙهيءَ سان واربر ٻي رڙ ڪئي، "ڇا پٽهين جو نالو وسري ويو اٿئي؟"

"محمد خان- محمد خان." شريفا جي زبان ڏڪڻ لڳي.

"اڃا تہ تون آهين وڏي خان جو پٽ. هاهاها!"

"زيڊ" انتظار ۾ هو تہ سندس نالي جو سڏ ٿئي.

"زيڊ"

هن جواب نہ ڏنو.

”زيدۨ“ واربر وري رڙ ڪئي.

هن اڃا بہ جواب نہ ڏنو. واربر ڇتو ٿي پيو، ”ڇا تون حرامي آهين جو توکي پنهنجي پيءُ جي خبر ناهي.“

”مان پنهنجي ناليَ سان ئي سڃاڻپ قائم رکڻ چاهيان ٿو. ڇاڪاڻ تہ پنهنجي وجود جو شاهد مان پاڻ آهيان.“

واربر سمجهيو تہ، ”تہ پوءِ حراميءَ وانگر نہ ڳالهاءِ.“

”هت اسين سڀ پاڻر آهيون،“ ”زيدۨ“ وراڻيو. ”اسان جي ماءُ سان الائي ڪيترن اختيار ۽ اقتدار وارن زنا ڪيو آهي. اسان کي تہ اها بہ خبر ناهي تہ آخر ڪنهن جو تخم آهيون. ڪنهن پنهنجو ٻج سندس ڪُک ۾ ڇَٽيو. ڇا تون يقين سان چئي سگهين ٿو تہ تون انهيءَ مرد جو تخم آهين جنهن سان تنهنجي ماءُ شادي ڪئي هئي.“

واربر ڪجهہ بہ نہ سمجهيو تہ ”زيدۨ“ ڇا چئي رهيو هو پر هُن وڏيڪ حاضري وٺڻ بند ڪئي. اهڙي ڪرت هر بيرڪ ۾ ٿيندي هئي. جڏهن نگ ڳڻڻجي پورا ٿيندا هئا تہ جيل جو بگل وڄندو هو. جنهن جو مطلب اهو هو تہ اندر سڀ ڪجهہ ٺيڪ آهي. شام جو سيني کي وري ڳڻپ لاءِ ٻاهر ڪڍي ۽ ڳڻپ پوري ڪري پوءِ ٻڪر ٻوسات ڪري سيني کي بند ڪيو ويندو هو.

انهيءَ رات ”زيدۨ“ کي پنهنجو هڪ اڳ لکيل نظم ياد آيو. جنهن جو نالو هو ”ناجائز ٻار.“ انهيءَ نظم کي جائز ماڻهن جي سرڪار فحش قرار ڏيئي بندش وجهي ڇڏي هئي:

هي ناجائز ٻار آهن
انهيءَ ماءُ جا
جنهن سان زور آور زنا ڪئي
جيئن پنهنجي مردانگي ظاهر ڪري
يا پنهنجي خواهش جو اظهار ڪري
هڪ ڏينهن ايئن ئي ڇڏي هليو ويو
۽ تنهن ڏينهن کان اسان جي ماءُ
ڏاڍ ۽ ڏمر جي آڏو سيس نوائي سهندي آئي
ڏاڍ ڏمر ڪرڻ وارا هميشہ ساڳيا رهن ٿا.

سندس ٻار سڀ حرامي سڏجڻ لڳا
پر ڪو ڏينهن ايندو
جڏهن اسان جو پيءُ
اسان جي سهڻي ماءُ جو مڙس
اسان جي آهن دانهن جو جواب ڏيندو
۽ اسان کي آزاد ڪندو
۽ اهو ڏينهن ايندو.

Who will be there after me to save the thousands of the bravest from the scaffold?

- Napoleon

Man is a mortal that may be; but let us die resting; and if our lot is complete annihilation, let us not behave in such a way that it seems justice.

- Albert Camus

# 6

قيدي پنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ ليٽيل هو. هو ڇت تي لڳل اڻ-ڍڪيل بلب کي گهوري رهيو هو. هن سوچيو ته مان ڪيتري دير تائين اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ انهيءَ بلب کي گهوري سگهان ٿو. هڪ منٽ، ٻه، ٽي منٽ. هُن جي اکين ۾ پاڻي تري آيو. بنا ارادي، هن اکيون ڇنڀي ورتيون. پوءِ هِن ٻيهر ساڳي ريت گهورڻ شروع ڪيو. ڪجهه دير کان پوءِ هن محسوس ڪيو ته سندس اکين وگهرڻ شروع ڪيو آهي ۽ اکڙين ۾ پريل پاڻياٺ منجهان ڪيس هڪ جي بدران ٻه ٻه بلب نظر اچڻ لڳا. هن مٿي ڇت ڏانهن نهارڻ بند ڪري ڇڏيو.

هُو پنهنجي ڪوٺڙيءَ جي تلهين ۽ مضبوط پٽين بابت ڄاڻ رکندو هو. پر هاڻ ڪيس اهي پٽيون بصر جي ڪلن جيان لڳنديون هيون. هُن ڪاوڙ ۾ رڙ ڪئي ۽ بلبل ٻه ڄڻ وونئن پئي ويئي. جنهن ڏور سان بلبل ٻڌل هئي، سا به منجهيل هئي ۽ هُو اتي وينو ۽ ڏور سلجهائڻ لڳو. هن اوڏيءَ مهل پاڻ کي هڪ ڇوڪرو محسوس پئي ڪيو جو لغڙ اڏائيندو هجي. هن کي ياد پئي آيو ته ڪيئن هڪ دفعي هن لغڙ اڏائي ٻين جا پئنچ ڪاٽي، بازي کٽي هئي. هڪ دفعي سندس لغڙ ڪاٽا تي ويو هو ۽ ڪيئن هُن پلئه ڪرڻ جو پهه ڪيو هو. هُن وٽ تڏهن ايتري ڏور به ڪانه بچي هئي، پر ٽڪڙا ٽڪڙا ڳنڍي هن لغڙ اڏايو هو. پر لغڙ هڪ ٽڪ نه پئي بيٺو ته هن لاهي، لغڙ جي ڪابي پاسي ڪَني ٻڌي هئي ۽ ٻيهر مٿي آسمان تي هِڪ ٽڪ ڪري بيهاريو. سندس مخالف جو لغڙ به مٿي هوائن ۾ هو ۽ نهايت خطرناڪ طور تي ڪيس ويجهو پئي آيو. اُهو لغڙ سندس لغڙ ڪان وڏو هو ۽ هڪ خاص مانجهي لڳل ڏور سان اڏامي رهيو هو. انهيءَ حالت ۾ هو رڳو هڪ طريقي سان کٽي سگهيو ٿي، هن کي پنهنجي ڏور جي ڳنڍين تي ڀروسو هو ۽ پوءِ نهايت هوشياريءَ سان لغڙ کي مٿي کٽي، ٽپي ڏياري، هُن پنهنجي لغڙ کي پيچ ۾ مٿانهين ونرائي، ٻه ٽي ڦيرا ڪارائي ۽ هڪدم ڏور کي زور سان ڇڪيو ۽ چند ساعتن

۾ ڪيس پنهنجي ڏور هلڪي محسوس ٿي ۽ سندس مخالف جو لغڙ ڪٽيل ڏور سان هوا ۾ لڙهندو ويو. هُن خوشيءَ منجهان رڙ ڪئي. ڪٽيل لغڙ آهستي آهستي زمين ڏانهن آيو پئي ۽ سندس مخالف سخت ڪاوڙجي پيا. هنن اهو نٿي سمجهيو ته ڪيئن هڪ سيڪڙات سندن پينچ ڪاٽيو. هنن ڪيس ٻي بازيءَ لاءِ للڪاريو. هنن ٻيو نئون مضبوط مانجهو خريد ڪيو ۽ هڪ وڏو لغڙ به گهرايو "زيد" به پنهنجو نئون ڍيرو تيار ڪيو ۽ خاص طور تيار ٿيل ليپ سان تڪي ڏور ناهي. هُن هڪ ڳاڙهو لغڙ به خريد ڪيو. سندس مخالفن جي لغڙ جو رنگ سائو هو. اِنهيءَ اينڊڙ بازيءَ کي ڏسڻ لاءِ اوسي پاسي جي ماڻهن کي ڏاڍي دلچسپي هئي. پر جڏهن پينچ لڙيو ته لحظن ۾ فيصلو ٿي ويو. هن پنهنجي مخالفن جو لغڙ هڪ ئي ڌڪ سان ڪاٽا ڪري ڇڏيو. هن بازي کٽڻ کان پوءِ به پنهنجو لغڙ لاتو نه. پر اجا به وڌيڪ ڍل ڏيڻ لڳو ۽ لغڙ وڃي عرش کي پهتو. جن همراهن جو لغڙ ڪاٽا ٿي ويو هو، تن ۾ وڏو چوٻول هو. مخالفت اسرڻ لڳي. شڪست کاڌلن جو انهيءَ ڳالهه تي زور هو ته "زيد" ڪا هٿ جي صفائي ڏيکاري آهي. قاعدي موجب بازي نه ڪيڏيو آهي ۽ ڏور به ڪا خاص ۽ ٻاهران گهرايل ٿي لڳي. ايئن چئي هنن "زيد" جي هٿن مان ڏور ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهيءَ سڄي فساد ۾ ڏور ٽٽي پئي ۽ لغڙ اجا به وڌيڪ مٿي چڙهي ويو ۽ سڀ ماڻهو لغڙ کي ڏسڻ لڳا. جيڪو جڻ سج ڏانهن وڌي رهيو هو ۽ جنهن مهل به سج آڏو آيو ٿئي، ته هڪ ڳاڙهي تاري مثل ٿي لڳو. ڪيترائي ماڻهو. گهٽين ۾ بيهي، لغڙ کي عرش ڏانهن ويندي ڏسي رهيا هئا. جيڪو نهايت سولائي ۽ شان سان وڃي رهيو هو. هُو چئي رهيا هئا: "اسان اِنهي ڳاڙهي لغڙ کي هيٺ لهڻ نه ڏينداسين." "زيد" خوشي وچان سرشار هو. سندس آڱرين جو ماس چيريل هو ۽ لڱ، ڌڪن لڳڻ ڪري، سور ۾ ٻڏل هئا.

قيدي اُٿيو ۽ در ڏانهن وڌي آيو ۽ هُن پنهنجو چهرو سيخن سان لڳائي. ٻاهر آسمان ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ روشنيءَ جي لهر ڏنائين. اُهو ڪو ٽٽل تارو هو. جيڪو سندس ڳاڙهي لغڙ وانگر لڳو پئي. ڇا اُهي ماڻهو، جن منهنجي ڳاڙهي لغڙ کي عرش جي اوچائين تائين پهچايو، اِهو چاهيندا ته هيٺ لهي ۽ جوتن هيٺ چيپاتجي؟

هن بلبل کان پڇيو. بلبل پنهنجا کنڀ ڦڙڪايا.

جيل جي گهڙيال نوَ ٽڪاءَ هنيا.

Every prisoner has believed that outside his walls a free world exists; but now the prison has become the whole universe.

- Bertrand Russell - Autobiography

I know not whether the laws be right
Or whether laws be wrong
All that we know who lie in gaol
Is that the wall is strong
And that each day is like a year
A year whose days are long.

- Oscar Wilde - *The Ballad of Reading gaol.*

No child, no sire, no kin had
No partner in my misery
I thought of this, and I was glad.

Byron - *The Prisoner of Chillon.*

# 7

"زيد" جيل ۾ ڳالهائيندڙ عام محاورن کان واقف ٿي ويو. اُتي جي اُن خاص ٻوليءَ جي ٻه ڪيس ڄاڻ ٿي ويئي هئي. شروع شروع ۾ ته ڪيس اِهي اکر ۽ ٻولي سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو پئي لڳو. "جوڙي- وال" ان شخص کي چئبو آهي جيڪو اوهان جي پرسان سمهندو هجي. "هنڊي- وال" ان شخص کي چئبو آهي، جيڪو اوهان جي بيرڪ ۾ رڌل ڪاڌي ۾ شريڪ هجي. جيڪڏهن خلاف قانون، ڪو اوهان سان ڪاڌي ۾ شريڪ هجي ته اهو "پتلي- وال" سڏبو. "جانچ وارو" اهو شخص، جيڪو ڪيس ۾ اوهان سان گڏ آهي. "جنمي" انهيءَ شخص کي چئبو هو، جنهن کي جنم ٽيپ مليل هجي. پهرين جنم ٽيپ جا ڏهن سالن جي هوندي هئي، جا هاڻ وڌائي پنجويهه ڪئي ويئي هئي. جڏهن ننڍو يا وڏو صاحب گشت تي ايندو هو ته اُن کي دوُرو چوندا هئا. جيئن ته دوُرو ٿيڻ وارو آهي يا دوُرو ختم ٿيو!

دوُرو ڪرڻ، جيل جي هڪ روايت هئي ۽ پنهنجي پر ادارو به. ظاهري طور، دوُري جو سبب اهوئي هو ته ڪامورا ڏسن ته جيل ۾ صحت صفائي جو بندوبست ٺيڪ آهي ۽ قيدين کي مناسب "سهولتون" مليل آهن. جي ڪاٻه بيرڪ چڪاس ڪرڻي هوندي ته اُن بيرڪ جا سمورا قيدي، قطارن ۾ اوڪڙو ٿي ويهندا هئا ۽ سندن اکيون هيٺ جهڪيل هونديون هيون. ڪين ڪاٻه چُرپُر نه ڪرڻي هئي ۽ جي ڪين ڪا دانهن يا سوال ڪرڻو هوندو ته اُن جو نتيجو ڪين ڀوڳڻو پوندو هو. عام طور تي دانهن جيڪڏهن جيل جي اسٽاف جي خلاف هوندي، ته پوءِ اُن جا نتيجا اُگرا نڪرندا هئا. انهي سوالي يا دانهيءَ کي بيرڪ مان وٺي ويندا هئا ۽ واهه جي ڪُٽ ڪري موڪليندا هئس. دوُرو ختم ٿيو ته سڀني قيدين کي پنهنجن ڪوٺڙين ۾ واپس موڪليو ويندو هو ۽ قيدي پاڻ کي هفتو کن آجو محسوس ڪندا هئا.

چو جو بيو دؤرو وري هفتي کان پوءِ ٿيندو هو. هر قيديءَ وٽ ڪانہ ڪا اهڙي شيءِ موجود هوندي هئي. جيڪا جيل جي قانون مطابق رکڻ جوڳي نہ هوندي هئي. مثال طور: تاش، اخبارون، بيٽري سيل تي هلندڙ ريڊيو، پاڇيون، مکڻ يا بيو ڪو کاڌي جو سامان. جيستائين جيل جي هيٺين عملي کي رشوت ڏيئي خوش رکبو هو، تيستائين ڪنهن ڳالهہ جو ڪو مسئلو ئي نہ هو.

”زيدي“ جو جوڙي- وال، چئن سالن کان جيل ۾ هو. هُن تي قتل جو الزام هو پر اڃا ڪيس هليو ئي ڪونہ هو. ٻين قيدين وانگي اُنهيءَ کي بہ اها ڄاڻ هوندي هئي تہ ڪهڙي ڏينهن، جيل جي ڪهڙي پاسي يا حصي جي چڪاس ٿيندي. بيرڪ -اي جي انسپيڪشن هر اڱاري تي ٿيندي هئي.

اڱارو عاشقن لاءِ آزار
وچ سير درياهہ ۾،
مان لهرن جي زور ۾ ڦٿڪيس
پوءِ پسيم يار کي
جو بيٺو هو هُن پار
جيئن مان پاڻ پتوڙيو پئي
هوءَ مرڪندي رهي.
شايد منهنجي اِها جاکوڙ
کيس وڻي پئي
پر مان بہ تي پل ترسيس
شل ڪو ليئو پائي سگهان
جيسين لڙهي وڃان پاتال ۾.

جيل ۾ مزور کي ”مشقتي“ بہ چوندا هئا. مزورن جا گهڻائي قسم هئا. مرمت - مشقتي، اُهي مزور جيڪي هر ڪنهن قسم جي مرمت ڪندا هئا. غاليچا اُڻڻ وارن کي فئڪٽري- مشقتي چوندا هئا. اُنهن مزورن جون ناهيل شيون فوجي ۽ سول آفيسرن کي هڪ مقرر قيمت تي وڪرو ڪري ڏيندا هئا. ٻيا وري اُهي قيدي مزور هوندا هئا. جيڪي جيل کان ٻاهر وڃي

مشقت جو ڪم ڪندا هئا ۽ سندن مُرين ۾ زنجيرون پيل هونديون هيون. اُهي گهٽو ڪري جيل جي آفيسرن جي گهرن جا باغ ۽ ٻين زمينن تي ڪم ڪندا هئا. جيل جي پنهنجي ٻه زمين هئي، جنهن جي سموري سارسنڀال اهي قيدي مزور ٿي لهندا هئا. اُتي ڪٽڪ لٽڻ ۽ صاف ڪرڻ جون مشيون ٻه هونديون هيون جيڪي اِهي قيدي استعمال ڪندا هئا.

جيل ۾ هڪ قسم جا اهڙا ٻه قيدي هئا جن کي "تاريخي" چوندا هئا اهي قيدي پنهنجي مليل سزا کي پوريءَ ريت ڪاٽيندا ۽ بنا ڪنهن قانوني ڇُوٽ جي جيڪا عام طور تي قاعدي مطابق سيني کي ملندي آهي. اهڙي رعايتن ملڻ کان پوءِ، چوڏهن سال ٽيپ، انن نون سالن ۾ پوري ٿي ويندي آهي. اهڙا قيدي فخر سان سينو تاڻيو پيا هلندا هئا. "زيد" کي اهڙو هڪ قيدي مليو جو قتل جي ڏوهہ ۾ چوڏهن سال ڪاٽي چڪو هو. هُن جو مٿو ڦريل هو ۽ ڪنهن اهڙي جهڙي جي ڪاڻ نہ ڪڍندو هو. ڪيس ڪاڏي متعلق دانهن هوندي هئي تہ هو بک هڙتال ڪندو هو. جيڪڏهن ڪانئس وقت ڪان وڌيڪ پورهيو وٺندا هئا، تہ بليڊ ڪٽي پاڻ کي چلي ويهي رهندو هو. هن کي مار ٻہ دل تي ملندي هئي پر ڪڏهن ٻہ آڻ نہ مڃيائين. جيڪو تيڪو هن جي همت ۽ جگر جي ساراهہ ڪندو هو. ٻيا قيدي هن ڪان سڙندا هئا ۽ ڪي ڪي اهو مڃندا ٻہ هئا تہ هُن سان پڄڻ سندن وس ۾ ناهي. هُو چاهيندا هئا تہ جلد قيد پورو ٿئي ۽ وڃي پنهنجن پيارن مارولڙن جي ويجهو ٿين. "زيد" اِهو سڀ ڏسي پاڻ کي چوندو هو: "قيد جي ايڏي عذاب سهڻ ڪان پوءِ، جيئن هن ماڻهو سنو آهي، ڪِن خسيس ماڻهن ڪان آزاديءَ لاءِ رعايتون گهرڻ نہ رڳو اجايون آهن، پر ڪنهن ٻہ طور ترجيح جوڳيون ناهن."

ٻيا قيدي ٻہ هئا جن کي "گهر- خوراڪي" چئبو هو. اهڙن قيدين کي اجازت مليل هئي تہ هو پنهنجي ماني ٻاهران گهرائن. اهڙن قيدين کي جيل جي زبان ۾ وڌيڪ فضيلت حاصل هئي ۽ اُهي قيدين ڪان مٿانهون درجو محسوس ڪندا هئا جيڪي جيل جي لنگر يا بيرڪن ۾ ٺاهيل گڏيل ماني کائيندا هئا. اهڙا قيدي عام طور تي ڪيسن ۾ ڇڪيل هئا ۽ نڪو ڪين سزا مليل هوندي هئي، نڪي ڪانئن پورهيو ڪرائيندا هئا. باقي ٻين عام قيدين ڪان دل تي پورهيو ڪرائيندا هئا. اُهي ماني ٻہ جيل جي کائيندا هئا ۽ ڪانئن پورهيو ٻہ ڊورن وانگر وٺندا هئا. "زيد" چاڪاڻ تہ جيل- لنگر ۾ کائيندو

هو، انهيءَ ڪري ڪانئس جسماني پورهيو بہ وٺندا هئا. هڪ ڀيري هڪ شخص کي ڦاسيءَ جو حڪم ٿيو ۽ ڪيس ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيائون. سڀ چوڻ لڳا تہ همراهہ ويو. "ڦاسي- گهاٽ" اهڙي ڪوٺڙي کي چوندا هئا جيڪا اٺ فوٽ ويڪري ۽ ڏهہ فوٽ ڊگهي هئي. جڏهن وڏي ڪورٽ موت جي سزا بدلائي، عمر قيد ڪئي تہ همراهہ ڪوٺڙيءَ مان ٻاهر نڪتو يعني "ڦاسي گهاٽ" مان نڪتو.

"عادتي" انهيءَ قيدي کي چوندا هئا، جيڪو اڳ بہ ٻہ ٽي ڀيرا جيل ڪاٽي ويو هجي. اهڙا ماڻهو هميشہ هٿ ڪڙين يا ڏنڊا- ٻيڙين ۾ هوندا هئا. هڪ ڀيري "زيڊ" ڪنهن ڳنڍيچوڙ کان پڇيو تہ هو ڇو ايئن برابر جيل ايندو رهندو آهي. هن جواب ڏنو، "ڇاڪاڻ تہ هن دنيا ۾ منهنجو ڪوبہ ناهي. جڏهن بہ ڪاڏي پيٽي يا اَجهي جي تنگي ٿيندي آهي، تہ مان پنهنجي گرفتاريءَ جو بندوبست ڪندو آهيان. آخر ڪين ڪاڏو ۽ رهڻ لاءِ ڪو اجهو تہ ڏيڻو ئي پوندو."

"بند وارڊ" اُنهي سزا جو نالو آهي، جيڪا اهڙن قيدين کي ڏبي آهي، جن جيل جي قاعدي جي خلاف ورزي ڪئي هجي. مثال طور ڪنهن آفيسر کي جواب ڏيڻ جي سزا بہ اِها هئي، تہ کين اهڙي ڪوٺڙيءَ ۾ اماڻي ڇڏجي جنهن جو دروازو بند هجي ۽ کين ڪاڏو پيٽو بہ سيخن مان پهچائجي. گونهہ مُت لاءِ بہ هڪ واريءَ سان ڀريل ٻاٽ ملندي هين. اِها عجب جهڙي ڳالهہ هئي تہ جت عام طور تي ايندا ئي ڏوهي ماڻهو هئا، اُن کي بند وارڊ چئجي ٿو. اهڙيءَ ريت جيل ۾ انيڪ محاورا هئا. "پٽر-هلڻ" جو مطلب هو تہ افواهون ڦهلائڻ. جيل جي ٻاهرئين، ٻاويهہ فٽ اوچي ديوار کي "ڪوٽ" چوندا هئا. ڪي قيدي جن کي ڊگهو قيد ڪاٽڻو هو ۽ سنوان سڌا هوندا هئا، تن کي رات جو پهري لاءِ جاڳڻو پوندو هو. هو جيل جي ديوار سان لاڳو راهہ داريءَ تي سڄي رات چوڪيداري ڪندا هئا ۽ ڪنهن ڪنهن مهل "جاڳندا رهو" جي صدا بہ هڻندا هئا. اهڙي هر چوڪيدار جي پنهنجي حد هئي. ٿوري ٿوري فاصلي تي پٽ ۾ ننڍڙا جارا ٺهيل هوندا هئا. جي هڪ چوڪيدار کي ٻين کي ڪو اطلاع يا ڳالهہ پهچائڻي هوندي هئي تہ پني تڪر تي لکي اُتي جاري ۾ رکي ڇڏيندا هئا. ٻيو چوڪيدار اچي اُن ڪاغذ کي ڪڍي، پڙهي ۽ پنهنجي حد جي آخري جاري ۾ رکي ڇڏيندو هو تہ جيئن

اڳيون چوڪيدار به ايئن ڪري ۽ نيابي کي اڳتي وڌائي ۽ ٿورڙي وقت ۾ سپني واسطيدار ماڻهن تائين ڳالهه پهچي ويندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ته ڪا خسيس ڳالهه يا افواهه به ايئن جيل ۾ گهمي ويندي هئي. اهو سرشتو هڪ خاص قسم جي جيل- اخبار لڳندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته قيدين جي ضمانت ۽ آزاديءَ بابت خبرون ايئن سڄي جيل ۾ گهمي ونديون هيون، جو نيٺ غلط ثابت ٿينديون هيون.

هوائي شنوائي اُها هوندي هئي جڏهن ملزم کي هٿ ڪڙيون هٿي جيل وٽي ويندا هئا. ”زيڊ“ اهڙا منظر ڏسندو هو ۽ عجب لڳندو هوس ته ڪڏهن سڄو عوام ايئن ڪنهن هوائي شنوائيءَ لاءِ حاضر ٿيندو. ڪڏهن قوم جو ڪيس تاريخ جي عدالت ۾ پيش ٿيندو؟ ”رُونمائي شنوائي“ اُن حاضريءَ کي چوندا هئا جڏهن ڪيسن ۾ قاتل ملزمن کي ڪورٽ ۾ جسماني طور تي حاضر ڪري وڌيڪ چوڏهن ڏينهن عدالتي ريمانڊ وٺبو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته ڪورٽ جي ريڊر کي ريجهائي، پوليس بنا حاضريءَ جي ملزم جو وڌيڪ ريمانڊ وٺي ڇڏيندي هئي. ڪورٽ ۾ به هڪ لاڪ اپ ٺهيل هو، جنهن ۾ ملزم اچي اوڪڙو ويهندا هئا. ڪين هٿ ڪڙيون ۽ ڏنڊا بيڙيون لڳل هونديون هيون. جج پنهنجي چئمبر ۾ ويٺل هوندا هئا ۽ ڏينهن جي آخر ۾ ڪاغذ صحيح ڪري، قانون جي گهرج پوري ڪندا هئا. انصاف ڪرڻ ڪا اهم ڳالهه نه هئي، پر انصاف کي ظاهري طور تي ڏيکارڻ خاص ڳالهه هئي.

عام طور تي جيل ۾ ڦٽڪا لڳندا هئا ۽ ڦٽڪن هڻڻ لاءِ قيدين مان ئي ڪنهن کي چونڊيو ويندو هو. جيل ۾ به ڪي اهڙا ڪار- بوٽ قيدي هئا جيڪي اهو غير انساني ڪم ڪري سگهندا هئا. ڪنهن قيديءَ کي جي عام حالتن ۾ ڦٽڪا لڳن ته اُن کي ”ڏوهي ڦٽڪا“ چوندا هئا. جي عدالت جي حڪم تي لڳندا هئا ته اُن کي ”عدالتي“ چوندا هئا. اسپيشل ملٽري ڪورٽون جيڪي ڦٽڪن جي سزا ڏيڻ ۾ بلڪل سخاوت جو مظاهرو ڪنديون هيون، تن کي ”فوجي، آرمي يا سياسي ڦٽڪا“ چوندا هئا. ”زيڊ“ اخبارن ۾ اهڙن ڦٽڪن هڻڻ جون تصويرون ڏٺيون هيون. ڪيس اهو به ويساهه هو ته ضرور پاڻ به ڦٽڪن جي سزا کائيندو پر هاڻ اها خبر نه هئس ته ڪهڙا ڦٽڪا ”ڏوهي“ ”عدالتي“ يا ”فوجي- سياسي؟“

”عادتي“ قيدي اُهي هئا، جن تي هڪ ڪان وڌيڪ ڏوهن جا الزام هئا. اُهي يا تہ ڪنهن الڳ بيرڪ ۾ رکيا هئا يا هر هفتي بيرڪ بدلائيندا هئا. ڪين ڪڏهن بہ هڪ هنڌ وڌيڪ ڪونہ رکندا هئا. ”زيڊ“ ڪلندو هو تہ اهي اڏامندڙ قيدي جيڪي هڪ بيرڪ کان ٻئي بيرڪ وڃن ٿا، جي انهن کي يا ٻين سيني کي کنڀ لڳي وڃن تي ڪيئن نہ جيل جون ديوارون اورانگهي اڏامي وڃن.

جڏهن کان ”زيڊ“ جيل آيو هو تہ ڪوبہ ساڻس ملڻ نہ آيو هو. ڪجهہ جڻن ڪوشش بہ ڪئي، پر اختياري وارن اجازت نہ ڏني. سو هڪ ڏينهن هو حيران ٿي ويو، جڏهن جيل جي زبان مطابق، سندس هڪ ”ملاقات“ آئي هئي. هو صبح کان پورهئي ۾ جُنبيل هو، سو گپ لڳل هٿ ڌوئي ملاقاتي ڪمري ڏانهن وڃڻ لڳو.

اهي ملاقاتون وچ ۾ لڳل هڪ ڄاريءَ جي پنيان ٿينديون هيون. هڪ ٻئي کي ٻڌي ۽ ڏسي تہ سگهيا تي پر ڇهي نٽي سگهيا.

جڏهن ”زيڊ“ پهتو تہ سڄو ڪمرو قيدين ۽ سندن ملاقاتين سان ڀريل هو. ڄارين سان لڳيو، ملاقاتي ائين وينا هئا جو ڪين پنهنجن پيارن يا دوستن سان هٿ ملائڻ جي سڪ سندن منهن تي ظاهر پئي لڳي. ”زيڊ“ سوچيو تہ اهي ملاقاتي چاهيندي بہ بيوس آهن. ٻئي پاسي قيدين جو اهو حال هو تہ هو وس آهر جسم جو ڪو ذرو حصو بہ ڄاريءَ مان ڪڍي، پنهنجي آزاديءَ کي محسوس ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. هن سوچيو جي مان ڪو جيت هجان ها تہ انهن لوهي ڄارين مان رڙهي، ٻاهر نڪري آسمان جي گهرائين ۾ گم ٿي وڃان ها، جت هوا آزاد ۽ بي حد هئي.

”زيڊ“ ڏٺو تہ هڪ قيدي پنهنجيون هڪ بہ آڱريون لوهي ڄاريءَ منجهان ڪڍي ملاقاتيءَ کي ڇهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هو ٻاڻ نہ، تہ آڱريون تہ آزاد هيون. هن سوچيو تہ اها ڪوشش شعوري هئي يا لاشعوري.

ملاقاتي يا مائٽ هئا يا وري قيدين جا دوست. ڪجهہ تہ جاسوس بہ هوندا آهن جيڪي موڪليا ويندا آهن تہ نظرداري بہ ڪن ۽ ڪا وڌيڪ خبرچار هٿ ڪري سگهن، جنهن قيديءَ جا ملاقاتي گهٽا هوندا هئا سو مڙئي ٻين کان ڪنڌ مٿانهون ڪئي هلندو هو. ڪي اهڙا بہ قيدي ها جن جو

ورهيہ گذرڻ کان پوءِ بہ ڪو ملاقاتي ڪونہ ايندو هو. جيئن ئي ڪنهن قيدي جي ڇٽڻ جي تاريخ ويجهي ايندي هئي تہ ملاقاتون بہ گهٽ ٿيڻ لڳنديون هيون. جن کي اجا سزا نہ ملي هئي ۽ سندن ڪيس هليا پئي، تن جا ملاقاتي عام طور تي گهٽ هوندا هئا. جو سندن گهر وارا انهي آسري ۾ هوندا هئا تہ ڪيس حڪومت واپس وٺندي يا ڪورٽ بري ڪري ڇڏي يا وري هو ضمانت جي آسري ۾ هوندا هئا.

"زيد" چڱيءَ طرح مجموعي ڏانهن نهاريو. ڪوبہ چهرو ڏٺل وائٺل نہ پئي لڳو. هن کي تعجب ٿيڻ لڳو تہ پوءِ ڪيس چو گهرايو ويو. هن پنهنجي ڪٽنب جي ڀاتين کي منع ڪري ڇڏيو هو تہ ڪوبہ ساڻس ملڻ جي ڪوشش نہ ڪري. دوستن سان ملڻ ڪيس نہ پئي وڻيو. سندس ليکڪ ۽ شاعر دوستن جي اچڻ جو سوال ئي پيدا نٿي ٿيو، جو هو پاڻ پنهنجي سلامتيءَ جي ڳڻتين ۾ ورتل هئا. هو بي آراميءَ سان بہ ٽي قدم هيڏانهن هوڏانهن هليو ۽ ڪوشش ڪيائين تہ ڪو چاتل سڃاتل آواز ڪن ۾ پئجي وڃي، پر هيڏي گوڙ ۾ ڪا خبر نہ ٿي پئي تہ ڪير ڪنهن سان ڳالهائي رهيو آهي. نڪي سوال ٿي ٻڌڻ ۾ آيا ۽ نڪي جواب سمجهڻ ۾ پئي آيا. هڪ عجيب تماشو لڳل هو، جي ملاقاتي ڏک جي خبر ٻڌائي رهيو هو تہ قيدي مرڪندي ۽ کلندي جواب پئي ڏنو. پر "زيد"جي ڪنن اهڙا ڪيترائي جملا جهپي ورتا.

"وڪيل کي رهيل في ڏيو تہ ڪيس بہ هلي. باقي بچيل زمين تڪر بہ وڪڻي ڇڏيو. جي ڇوڪرو چڱو آهي تہ اهو سڳ ڪري ڇڏيو. مون لاءِ نہ ترسو. جوان جماڻ ڪنواري ڀيڻ اجا گهڻو وقت گهر ۾ رهندي. ڏسو ڪورٽ جو ڪلارڪ ڇا ٿو گهري؟ ڪيس ڏيو. منهنجي شنوائي جلد ڪرايو. ڪورٽ جي ڪلارڪ کي ڏيو جيڪي گهري ٿو. اسان جو ڪيس مضبوط آهي. ڪوشش ڪري سرڪاري وڪيل کي ناهي وٺو. کي اهڙا نڪتا بہ آهن جي ڪيس ڪورٽ ۾ ڪٽڻ نہ ڪين. ساڻس سودو ڪريو. ٻي ڌر جي وڪيل سان بہ ڳالهايو. آڌي پڇا ۾، جي چاهي تہ، فائدو ڏيئي سگهي ٿو. سندس پيپ پريو. انهيءَ ڪورٽ ۾ پڄي نہ سگهبو. جج ايماندار ماڻهو آهي. اسان ڏاڍي ڪوشش ڪئي آهي. هاڻ سڀ رب جي وس آهي. هاءِ ڪورٽ جي بينچ ۾ چڱا ماڻهو ٿا ڏسجن. ضمانتون عام طور تي ڪٽن پيا. اها ايماندار ڪورٽ آهي. هن ٻي بينچ ۾ حال ناهي. چيف جج هڪ بيوقوف

ماڻهو آهي. پنهنجي اڻڄاڻائي لڪائيندي، ماڻهن کي ڳريون سزائون ٿو ڏي. اسان کي ترسڻو پوندو تہ من ڪو ٻيو چڱو جج بدلي ٿي اچي. وڪيل کي چؤ تہ ضرور ضمانت ڪرائي. ڪوبہ رستو ڪڍو. پوليس کي جام رشوت ڏيو ڪوبہ جوابدار بچي نہ سگهي. نئون پوليس آفيسر نئيو نيٺو آهي ۽ رشوت بہ ڪونہ ٿو وٺي. هو هرويرو بي ڏوهين کي ڪونہ ڦاسائيندو. پوليس چئي ٿي تہ ڪين مٿان حڪم آهن تہ جوابدار کي سڌو ڪرڻو آهي. هو مدد نہ ڪري سگهندا. تنهنجي ننڍڙي نياڻي توکي ساري ٿي. تنهنجو ننڍو پٽ توکي ڏاڍو ياد ڪري ٿو. امان ڪيئن آهي؟ الله کي ياد ڪر هي تعويذ ڏوري ۾ ٻڌي ڇڏ. روز هي سٽون پڙهندو ڪر. الله ڪندو ضمانت تي ڇٽي ايندين. ضمانت جو تہ سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. ضرور ڇٽي ويندين. هن ڪيس ۾ تہ ڇٽڻ ڏکيو پيو لڳي."

خون، چوري، نشو ڪرڻ، ٻئي مڙس يا ٻئي زال سان تعلقات رکڻ، اغوا، ضمانت، قيد، جوابدار، وڪيل، جج، ڪورٽ، رشوتون، پوليس، مائٽ... اهڙا ڀيا اکر ات هڪ گهڻ مٿل وڄندا ۽ پڙاڏو ڪندا هئا. "زيد" سوچيو. ڪيس پنهنجو مٿو ڦرندو محسوس ٿئي ٿيو، هن پنهنجو مٿو، پنيان پٽ تي ٽيڪيو ۽ ڏاڍو ٿڪ محسوس ڪرڻ لڳو. ڪيس ڪير ملڻ آيو آهي؟ جي آيو آهي تہ ڪٿي آهي؟ ڪو مائٽ تہ نٿو ٿي سگهي. منهنجي ڪا مائٽي ناهي. ڪو دوست؟ منهنجا ڪي دوست ناهن. ڪو شاعر ڪو ليکڪ ڪو دانشور؟ تہ اهي سڀ حڪومت کان ڊنل آهن. هو اهڙو جوکم جو ڪم نٿي ڪري سگهيا. تہ پوءِ ڪير ٿي سگهي ٿو؟ هن رڙ ڪئي، "ڪو آهي جو مون سان ملڻ چاهي ٿو؟" ڪو بہ جواب نہ هو. "زيد" جيل جي انهيءَ رجسٽر کي ڦولهڻ شروع ڪيو جنهن ۾ ملاقاتين ۽ قيدين جا نالا لکيل هوندا آهن. هن کي هڪ نالو مليو، پر جيستائين هن پنهنجو نالي پڙهي ملاقاتيءَ جو نالو پڙهيو ٿي تہ اکر پڙهڻ جهڙا نہ رهيا ۽ هو پڙهي نہ سگهيو. هن کي ٻڌايو ويو تہ ڪو آيو ضرور هو ۽ پوءِ ڪيڏانهن ويو هليو. اها خبر ڪنهن کي ناهي. اهو ڪو اسرار ٿي لڳو.

"زيد" پنهنجي بيرڪ ۾ واپس آيو ۽ سڄو ڏينهن ات گذاريائين. هو پنهنجي روز جي ڪِرت ۾ رڌل رهيو. شام جو قيدين جي ڳٽپ کان پوءِ، هن پنهنجي پراسرار ملاقاتي بابت سوچيو. هن سامهون اڱڻ ڏانهن ڏٺو. جت

ڪنڌ ۾ ڪو جهونو وڻ بيٺو هو ۽ هڪ ڪاٺ ڪٺو پنهنجي ننڍڙي چهنب سان ٽڪي رهيو هو. ٽي سگهي ٿو پکيءَ کي لاڳيتي محنت جو ڦل ملي، هن سوچيو. ۽ رات جو ڪنهن مهل اهو وڻ بيرڪ جي مٿان ڪري پوي.
سندس هڪ نظم من تي تري آيو:

منهنجن لڱن مان ڦٽي نڪرنديون
ڪيتريون ئي شاخون، ڪيترائي هٿ ۽ عضوا
عرش ڏانهن وڌندا جي
پنهنجي سڪل چپن تي زبانون ڦيرينديي،
منهنجي لڱن مان ڦٽي نڪرنديون
منهنجيون پاڙون، منهنجا پير،
آرپار ڌرتيءَ ۾ کپي ويندا اُهي.
ڌرتيءَ جي پاٽين جا سڪايل جي آهن
زمين جت بيٺو آهيان سڄي سُريل
ڪنهن ڪاٺ ڪٽئي جو ماڳ لڳي ٿي.
ڪوئن ۽ نانگن جو ٻر
ڪن ننڍن جيتن سان به ڀريل.
مون خاموشيءَ ۾ جهان ڏٺو.
پر اي منهنجا ٻارڙو ٻڌو
جي مان ٽٽي پيس
ڪريْ پيس ته هڪ ڏينهن ضرور
هيءَ ڌرتيءَ ۽ آسمان
اوهان کي پنهنجي هنج ۾ پناهه ڏيندا.

In a certain sense, the direction history will take is not the one we think. It lies in the struggle between creation and inquisition.

- Albert Camus

# 8

انهن ملزمن کي اڳــوات ئي اطلاع ڏنو ويو هو تہ سندن ڪورٽ ۾ شنوائي آهي. اهي شام جو. جيل جي اڳڻ ۾ قطار ڪري بيٺا هئا ۽ قاعدي موجب. اڻ تر ڳڻپ شروع ٿي ۽ سندن ڪاغذ پڻ جانچيا ويا پئي.

الف... پٽ ج

ت... پٽ الف

ب... پٽ ع

غ... پٽ ص

"زيد"... پٽ؟

"زيد"... پٽ؟

ڪتي جو ڦر. ڪو جواب ئي ناهي. حاضري لڳائيندڙ رڙ ڪئي.

"زيد"... پٽ "زيد"

هو بلهي شاھ بابت سوچڻ لڳو. پنجاب جو عظيم صوفي شاعر.

**سڀ اکر ساڳيا**

**ڪٿي ڪو نکتو هيٺ يا مٿي**

**ٿوڙو ڦير، پر وڏو ڏڦيڙ**

**هڪو اکر الف جو**

**سپني جو سردار**

**اِهو الله جو وسي منهنجي من ۾.**

**تہ بہ نہ ڄاڻان**

**پلي هجي ڪوڙ ڪتابن ۾**

**منهنجو من الف ڏانهن ورېل**

جنان مون سوجهرو ڏنو
۽ من جي ميراڻ لٿي
منهنجي روح جا بند در کليا.

ڳٽپ ختم ٿي. شنوائين تي پيش ٿيندڙ ملزمن کي پوليس گارڊ جي حوالي ڪيو ويو. جن ٻيهر ڳٽپ ڪئي ۽ پوءِ کين پوليس وجي لاريءَ منجهه ويهاريو ۽ ڪورٽ موڪليو ويو. هڪ هڪ ٿي لاريءَ ۾ وينا. اج هو ڪُل ٽيهه ڄڻا هئا. پوليس لاري جيل احاطي مان ٻاهر نڪتي ۽ رستي تي اسڪولي ٻارن ۽ واٽهڙن، لاريءَ کي لنگهندي ڏنو. ڪنهن چيو، "ڏسو چورن سان ڀرجيو لاري وڃي پئي." ٻئي چيو. "مجرمن سان ڀريل بس." (ڇا هو فيصلي کان اڳ ئي مجرم بنجي چڪا هئا؟) ٽئين چيو. "نڱن سان ڀريل وين." (ٻاهرين ماڻهن لاءِ قيدين ۽ ڪيس هلندڙ ملزمن ۾ ڪوبه فرق نه هو.)

"زيد" خاموشيءَ سان اهي ذلتون ٻڌندو رهيو. مضبوط لوهي چارين وارين درين مان هو ٻاهر متحرڪ زندگي ڏسندو رهيو. سائيڪلون، ٽانگا، ڪارون، هٿ- گاڏيون ۽ ماڻهو سڀ رستن تي هئا. هن پنهنجي هڪ آڱر چاريءَ منجهان ڪڍي ٻاهر جي دنيا جي هوا محسوس ڪرڻ چاهي. سندس لڳ ڄڻ ڪاندارجي ويا. هن يڪدم پنهنجي آڱر واپس ڇڪي ورتي.

هن پنهنجي ساٿين ڏانهن ڏنو. هو سڀ ٻاهر رستي کي نهاري رهيا هئا. جيڪو رفتار سان پوئتي پئي ويو. هن اڳتي سري پنهنجي زبان چاري منجهان ٻاهر ڪڍي. منهنجي زبان آزاديءَ کي چکيو آهي. هن سوچيو. "تون ڇا پيو ڪرين، چريءَ جا پٽ!" هڪ سپاهيءَ رڙ ڪئي ۽ سندس مٿو ڇڪي پري ڪيو. هن زبان پنهنجي چپن تي ڦيري ته جيئن ٻاهر جي آزاد دنيا جي خيالي لذت کي محسوس ڪري سگهي. انهيءَ مهل ڊرائيور گاڏيءَ کي ٽاپ گيئر ۾ وڌو ۽ هڪ جهٽڪي سان رفتار ۾ اضافو ٿي ويو.

"زيد" پاڻ سان گڏ همراهن کي ڏٺو. ڇا هو سڀ ڏوهي هئا. هن کي عجب لڳو. ڇا هو سڀ مجرم هئا. ڇا انهن سڀني کي سزا ملندي؟ هن نظام لوهار متعلق سوچيو جيڪو لوڪ ڪهاڻين جو هيرو هو. پنهنجي وقت جي رابن هڊ وانگر. هن جو ڏوهه ڪهڙو هو؟ هو اميرن کان ڦري غريبن ۾ ورهائيندو هو. هن کي باغي، ڌاڙيل ۽ خوني سمجهيو ويندو هو. پر وقت

جي حاڪمن کان سواءِ، عام ماڻهو هن کي پيار ڪندا هئا. ڇو؟ انهيءَ ڪري جو هن اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته اميرن ۽ حاڪمن جي حڪمن کي مڃڻ ضروري ناهي. پنجاب جي تاريخ ۾ هن جهڙا ٻيا به هئا. جبرو، گمان مان، چراغ ماڇي، پولو ڪنير، سڀ ڌاڙيل هئا. هنن وڏيرن، چوڌرين کي ڦريو ۽ ڪين پنهنجي اڳيان بيوس ڪيو. هنن سندن طاقت کي نه مڃيو ۽ وڏين پڳن وارن جي اختيار کي للڪاريو. انهن کي، انهيءَ ڪري حاڪم صاحب ۽ وڏيرا ڌڪار جي نظر سان ڏسندا هئا. هو قانون جي پيڪڙي ڪندڙ هئا ڇاڪاڻ ته قانون هميشه اميرن ۽ زور وارن کي بچائڻ لاءِ وجود ۾ آيو آهي.

پوليس وين ۾ هاڻ هڙئي مجرم هئا جيڪي رستي جي لاهين چاڙهين تي لڏندا لمندا ويا پئي. ٿي سگهي ٿو ته ڪڏهن ماڻهو انهن کي هڪ هيرو ۽ جوڌي جوان وانگر ياد ڪن ۽ لوڪ داستان جو حصو بڻائين. هن وري ڏٺو ته ڪير سندس همراهه هئا؟

هڪ جٽي، غيرت منجهان پنهنجي جوءِ کي قتل ڪيو هو، جيڪا پنهنجي يار سان ستي پئي هئي. هن آرام سان جوءِ جو ڳاٽو لاهي ڇڏيو. پر ۾ وينل جوان پنهنجي محب مٺي کي، سندس شاديءَ واري ڏينهن اغوا ڪيو هو. انهيءَ کان اڳتي وينل جوان تي اهو الزام هو ته هن ڳوٺ جي وڏيري کي ڏاڍي مار ڏني هئي. انهي وڏيري هن جي ننڍي نيٽي ڌيءَ تي هٿ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ٻئي پنهنجي پيءُ جي خون جو پلاند ڪيو هو. ڪو چور ته ڪو ڌاڙيل. ڪو وري پهه پڇائڻ وارو لالچي. نيٺ ٻڌجي پيو. ڪجهه ته اهڙا به هئا جن کي اها ڄاڻ به ڪانه هئي ته هو ڇو پڪڙجي پيا آهن. پر رستي تي هلندڙ عام ماڻهن لاءِ سڀ ڏوهي ۽ مجرم هئا بنا ڪنهن تفاوت جي.

لاري ڪورٽ اڳيان اچي بيٺي، سيني کي هيٺ لاٿو ويو. ڳٽپ ڪري وري ڪين ڪورٽ لاڪ اپ ۾ سلهيڙيو ويو. سپاهين جي ڊيوٽي بدلي. هاڻ هو سڀ ٻين سپاهين جي حوالي هئا. سيني کي هٿڪڙيون لڳل هيون. پوءِ سيني کي ڪورٽن ۾ پيش ڪيو پئي ويو. ڪن کي شنوائين جون نيون تاريخون مليون ته ڪن کي سزا ملي. اهي ملزمن مان ڦري مجرم بنيا. سزا لڳل. ان کان پوءِ ”زيد“ کي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو.

"ڇا هي قتل جي سازش جي الزام ۾ قاتل آهي؟"
"ها سائين!؟"
"ٻي تاريخ ڇوڏهن ڏينهن کان پوءِ..."
"زيد" کي ٻاهر وٺي آيا. ڪيترن ئي ماڻهن هن کي سڃاتو. ڪيترن ڄڻن ٻين کي اشاري سان ڏيکاريو. هن ڪيڏانهن به ڌيان نه ڏنو. ايئن سڄي رسم پوري ٿي.

هن جي ذهن ۾ هڪ ٻيو واقعو تري آيو. هال ماڻهن سان ڀريل هو. هن جي فن ۽ شخصيت تي مضمون پڙهي رهيا هئا. هن جي ايڏي ته ساراهه ٿيڻ لڳي جو ڪيس به مونجهه محسوس ٿيڻ لڳي. ڪيس ياد هو ته هن به نظم پڙهيا هئا:

مان ڇُرندڙ تصويرون ڏسي سگهان ٿو
پر آواز نٿو ٻڌان
مان آواز ٻڌي سگهان ٿو
پر تصويرون نظر نٿيون اچن
مان اوهان کي سچو حال ٻڌائي سگهيس ٿي
پر مون کان منهنجو ڳالهائڻ کسيو ويو آهي.

پوءِ ٻيو نظم پڙهيو.

"جيئري رهڻ جو ڪُل ملهه"
ريزڪي قيمت... سُور، عذاب، ايذاءُ
وڏيڪ اگهه... پنهنجا ڪن بند ڪريو
اکين تي پٽيون چاڙهيو.
اگهه عرش تي... هٿو تالا چپن تي
سيلاب جي بچاءُ جا فند- پل اوهان جي خيالن جي درياهه تي بند ٻڌجن.
ڪل قيمت... سُور، عذاب، ڏسڻ، ٻڌڻ سوچڻ ۽ ڳالهائڻ کي الوداع، هميشه لاءِ.
انهن ٻن نظمن کان پوءِ. نهايت زور شور سان تاڙيون وڳيون. ٻڌندڙن

فرمائش ڪئي تہ هو پنهنجي مشهور نظم دروازا بند آهن، ٻڌائي هن پوءِ نظم پڙهڻ شروع ڪيو:

دروازا بند آهن
ڪڏهن ريل اُتان لنگهندي؟
عام پئسنجر آهي يا ايڪسپريس؟
يا شايد ڪا مال گاڏي آهي.
ٿي سگهي ٿو ڪا انجڻ هجي يا ڪا ٽرالي
جنهن ۾ سوار هجن ڪي ڪامورا
ساڻن گڏ، اگهاڙين پيرين
ڊوڙندڙ خدمتگار
پٽڙين جي ڀرسان پاسي.
پر سگنل هيٺ ڪيل آهي
ڪا ڳالهہ ٿيڻي آهي. ڪا گاڏي لنگهڻي آ
پر ڪهڙي پاسي کان
کاٻي يا ساڄي؟
مسافر گاڏي
يا ڪا ايڪسپريس
يا وري مال گاڏي.
انجڻ يا ٽرالي
ڪا بہ هجي
رستو بند رهندو
۽ دروازا بند رهندا.
پر ڀرسان پاسي بند ٽريفڪ جو ڇا ٿيندو
بس، ٽرڪ، رڪشائون، ٽيڪسيون
ڪار، ٽانگا، اسڪوٽر ۽ سائيڪلون
سڀ بنا قاعدي گڏجي ڪيو بيٺا آهن
ڪا جاءِ ڀرسان پاسي خالي ناهي
دروازن کلڻ جي انتظار ۾

سڀ آتا آهن
تہ پهرين اڳتي وڏي وڃون پيِن کان
پر ڇو دروازا نٿا کلن
ڇا جي لاءِ بند آهن
هاڻ تہ سڀ بي صبرا پيا ٿين
ٽريفڪ ٻنهي پاسي ڄمي ويئي آهي.
ريل ليٽ آهي.
هرڪو سِري اڳتي ٻيهڻ ٿو چاهي
رڪشا ٽيڪسيءَ جي اڳيان
ٽيڪسي ڪار پٺي اُڪري
ڪار ٽرڪ کي پٺيان پئي چڙهي.
سڀ پيا بيزاريءَ منجهہ ڇُرن ڦرن
پڳهر پيو ريلا ڪري
نگهبان ويچارا ڇا ٿا ڪري سگهن
هو تہ حڪمن جا پابند آهن
دروازا بند ڪريو بيٺا آهن
حڪم، جي ڀر واري وڏي اسٽيشن جي آپريشن روم منجهان ٿا اچن
دروازن کولڻ جا حڪم بہ اتان ئي ايندا
پر ڪڏهن؟
ڪڏهن چوندا دروازا کوليو؟
ڪڏهن سندن حڪم ايندا؟
قطارون گاڏين جون پيون ڊگهيون ٿين
ڊگهيون ٿين
ڪڏهن هو دروازو کوليندا؟

لاري جيل جي سامهون اچي بيٺي. گيٽ کليا. لاريءَ ۾ ويٺلن کي هدايت ملي تہ هيٺ لهن. وري سندن ڳڻپ ٿي. هو ڪل 26 ڄڻا هئا. ٻن کي آزادي نصيب ٿي.

"زيدبہ" وري پاڻ کي وڏي هال ۾ موجود سمجهيو. ميٽنگ ختم ٿي.
وڏي اسٽيشن جي آپريشن روم کي پڌايو ويو تہ "زيدبہ" قابل اعتراض نظم پڙهيا هئا جن ۾ حڪومت کي ننديو ويو هو.

انهيءَ وڏي آپريشن روم منجهہ، هن جي نالي اڳيان هڪ وڏيڪ نشان لڳايو ويو.

He lay as one who lies and dreams
In a pleasant meadowland
The watches watched him as he slept
And could not understand
How one could sleep so sweet a sleep
With the hangman close at hand

- Oscar Wilde -*The Ballad of Reading Gaol.*

# 9

وڏي واردن، قيديءَ کي پنهنجي ڪوٺڙي ۾ ڏٺو. هو هن تان نظر نہ پٽي ڪٽي سگهيو. هي ماڻهو، هن سوچيو، مون کان ٺٺو ڏڄي. هو ايترو تہ خاموش ۽ بي نياز پئي لڳو. ڄڻ هو ڦاهيءَ جي تختي تي پنهنجي ٿيڻ واري انجام کان بي خبر هو. قيدي پسار ڪري رهيو هو. ست عام قدم ڪيس هڪ ڪنڌ کان ٻي ڪنڌ تائين وٺي پئي ويا. ڪنهن ڪنهن مهل اتفاق سان، سامهون پٽ کي سندن قدم ڇهجي ويندا هئا تنهن هوندي بہ هن پاڻ کي باندي محسوس نہ ڪيو. سچ پچ نہ. هن پاڻ کي آزاد ۽ عجيب طرح، سانتيڪو محسوس ڪيو. هن ڄاتو ٿي تہ سندس دشمن جون سازشون ڪيس نابود ڪرڻ لاءِ ڪڏهن بہ ساپيان نہ ٿينديون. هنن کي جيڪي ڪرڻو هو، ڪري چڪا هئا. هنن ڪوڙين شاهدين جو بندوبست ڪيو هو. ڪيس پنهنجي دشمنن جو ناهيل، بدنيتي ۽ شرارت تي ٻڌل منصوبي کي بہ منهن ڏيڻو هو. جيڪو ياڙيتو صحافين ذريعي اخبارن، ريڊيو ۽ ٽيليويزن ذريعي پيش ٿي رهيو هو. پر هو سڀ، سندس نالي ۽ ناموس کي داغدار ۽ نڪي مٿس ڪو ڏوهہ ثابت ڪري سگهيا. هو بي ڏوهي هو ۽ سچ جو ساٿاري هو. اِهائي ڳالهہ هئي جيڪا آخرڪار سامهون ايندي ۽ سوڀاري ٿيندي.

هو. ايئن ئي سوچڻ لڳو، تہ آخر ڇا ٿيندو. مان مران پيو حياتيءَ لاءِ. هن غور ڪيو. پر پوءِ هن دعا گهري تہ ڪيس ايتري قوت عطا ٿئي تہ جيئن هو الزام لڳائيندڙن کي روڪي ۽ سندن سامهون، توڙ تائين سينو ساهي سگهي. هن جي دشمنن کي اها پليءَ پٽ پروڙ هئي تہ هو ڪڏهن بہ ڪمزرو ۽ نستو نہ رهيو هو. هن جي سموري قوت عوام منجهان ئي آئي هئي. انهن لکين ۽ ڪروڙين عوام منجهان جيڪي هن جي پويان آهن ۽ جن

جو منجهس ويساهہ هو. هو سندن دلين ۾ وسيل هو. ايئن هو حفاظت منجهہ هو. ڪيس اها بہ ڄاڻ هئي تہ سندس دشمن ڪيس ضرور ڦاسيءَ تي چاڙهيندا. جت اوندهہ جو راڄ هجي اُت انهن سيني کي نيٺ نيست نابود ڪرڻو آهي جن وٽ دلين ۾ لاٽ ٻري ٿي. عيسيٰ، حسينؑ، سقراط ۽ منصور ۽ اهي سڀ ماڻهو جن پنهنجي موت کي مرڪندي ۽ اهو ڄاڻندي قبول ڪيو تہ اصل ۾ ٻسندن موت ٻين لاءِ حياتي آهي.

بادشاهہ تہ ٿامس مورس کي قتل ڪرائيندا رهندا. پر اهو ٿامس مورس ئي هوندو جنهن کي تاريخ ياد رکندي ۽ بادشاهہ آخرڪار وسري ويندا. اصل ڳالهہ اها آهي تہ سچ کي بلند رکڻو آهي ۽ شڪست قبول نہ ڪرڻي آهي ۽ پوءِ ڀل ڪهڙيون بہ حالتون آڏو اچن. جڏهن ڪنهن قيديءَ کي موت جي سزا ڏني وڃي ٿي تہ ڪيس ذهني طور تي اهڙو ڌڪو لڳي ٿو، ڄڻ ڪو جيٽ جهاز آواز جي حد کي چيري ٻاهر نڪري ويو آهي. ڪي خوف کان ڄڻ سُڪي ويندا آهن ۽ پنهنجي رد عمل کي قابو نہ ڪري سگهندا آهن. هُن کي بہ احساس ٿيو هو جڏهن سزا ٻڌائي وئي هئي، پر اهو احساس ايئن ئي اڳتي ويو هليو جيئن ڪيس ايندي محسوس ٿيو هو. ٻيا قيدي اڪثر ڪائونس پڇندا هئا تہ هو ڪيئن انهي سزا کي صبر ۽ قوت سان سهي ويو آهي. ”اوهان ۾ سمايل قوت، عڪس آهي ان شيءِ جو جيڪا اوهان آڏو موجود آهي ۽ اوهان جي وجود کان ٻاهر آهي. مون کي لڳي ٿو مون زندگي ۽ موت جي وچ ۾ موجود ليڪ کي اورانگهي ڇڏيو آهي. منهنجي هيءَ ڪوٺڙي اها آرام گاهہ آهي جت کي لحظہ ترسي، مون کي اڳتي سفر ڪرڻو آهي. مان ڄاڻنٺ اورانگهي چڪو آهيان هاڻ واپس ورڻو آهي.“

ڪي اهڙا بہ قيدي هئا جن کي موت جي سزا لڳي چڪي هئي ۽ انهيءَ انتظار ۾ هئا تہ سندن رحم جي درخواست جو فيصلو اچي. اهڙن قيدين جڏهن ”زيڊ“ کي ٻڌو تہ هو بہ پنهنجو پاڻ کي سمجهائڻ لڳا. هنن جي مٿان ڇانيل خوف لهڻ لڳو ۽ هو رحم جي فيصلي يا بليڪ وارنٽ جي تعميل کان بي نياز ٿيڻ لڳا. قيدي پر واري ڪوٺڙيءَ منجهہ بند ٿيل ماڻهوءَ سان وڌيڪ ويجهو ٿيڻ لڳو. انهيءَ کي بہ موت جي سزا لڳل هئي. هر رات هو نهايت پر سوز آواز ۾ ڳائيندو هو ۽ سيني موت جي سزا لڳل قيدين جا

هانءُ ڏري پوندا هئا. هڪ شام سپني ڪيس چيو، ”اڄ رات نہ ڳائجان. اسين تہ وڏجي اڌ تا تيون.“ انهيءَ رات هن جو آواز ڪنهن بہ نہ ٻڌو. هو پنهنجي ڪوٺڙيءَ جي فرش تي ليٽيو پيو هو ۽ بي آراميءَ سان پاسا پئي ورايائين. هن ڪيترا ڀيرا پنهنجو مٿو پٽ سان پئي هنيو تہ ڄڻ ٻي طرح پنهنجي ڳائڻ جو اظهار ڪري رهيو هو. ايندڙ صبح تي هُن پنهنجن ساٿين کي چيو، ”جي اوهان مون کان ڳائڻ ڇڏايو تہ مان مري ويندس.“ هڪ ٻئي قيدي چيو، ”پر توکي تہ ايئن ئي مرڻو آهي. مان پاڻ چاهيان ٿو تہ ڦاسيءَ جي تختي تي ڳائيندو وڃان. ساز ۽ آواز منهنجا سڀ سور ختم ڪري ڇڏيندا.“

هن کي صبح جو ڦاسي ڏيڻي هئي. هن ٻڌو تہ هو پنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ ڳائيندو رهيو. اُهي آخري ڪلاڪ جيڪي هو زمين تي هو. جڏهن هن کي تختي تي بيهاريو ويو تہ هن هڪ ڀيرو وري ڳائڻ لاءِ چيو. اُهو هن جو آخري عرض هو ۽ اختياري وارن ”خوشي منجهان“ اگهايو. هن جو آواز ڦاسيءَ جي تختي کان بلند ٿيڻ لڳو:

عشق جو اجورو موت آ
ڦاهيءَ جي ڦندي
گهٽائي برباد ڪيا
عشق جو ملهہ ڳرو آ
رڳو ڪي ٿورڙا ڏيئي سگهن ٿا
سو يار عشق کان اڳوات
ياد ڪر انهيءَ جي سزا ڳري آ
موت آ موت آ
۽ عذاب اڻ ڪٿندڙ
سو يار دل نہ اڙائي ڪنهن سان.
پر ڪي عاشق زهر پياڪ
مئہ متي مهراڻ ۾
سدائين سرخرو
۽ عالمن جي علم جا ويري

سچ جي نشي ۾ سرشار
اُهي عاشق زهر پياڪ
حياتي داءُ تي لڳائيندا اَهن
ڦاهيءَ جي تختي تي
سو منهنجا يار دلڙي نہ لائي
بنا سوچ بنا سمجهي.

جلاد ڪارو غلاف انهيءَ ماڻهوءَ جي منهن تي وڌو. هن اجا بہ پئي ڳايو. هن جا هٿ، پويان ٻڌا ويا ۽ ڦاهيءَ جو ڦندو سندس ڳچيءَ ۾ وڌو ويو ۽ هينڊل ڇڪيو ويو. هن جو جسم، تختي هيٺ خلا ۾ لٽڪڻ لڳو- ۽ ساندهہ اڌ ڪلاڪ لٽڪيو پيو هو ۽ بار بار ڦٿڪيو پئي. اجا بہ ساهہ جا ڪي اهڃاڻ جسم ۾ هئا. جلاد ڊاڪٽر ڏانهن ڏٺو جنهن هائوڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو ۽ جلاد ٽپ ڏيئي ڦاسيءَ جي ٺاهيل تختي جي هيٺ لهي ويو جت ڦاهو ڏنل انسان جو جسم لٽڪيو پئي. هن هڪدم ڦٿڪندڙ قيديءَ جي خصين کان جهليو ۽ انهن کي نهايت زور سان مهٽيو. ايستائين اهو عمل جاري رهيو جيستائين جسم بلڪل ٿڌو ٿي ويو ۽ ڦٿڪڻ بند ٿيو. ڊاڪٽر بہ اڳتي وڌي آيو ۽ جسم کي تپاسيو ۽ اعلان ڪيائين تہ ماڻهو طبي طور مري چڪو هو. قانون جو اکر لاڳو ٿي چڪو هو. ڦاهي چڙهيل ماڻهو تيستائين لٽڪيو پئي جيستائين آخري ساهہ سندس لڱن مان موڪلائي نڪتو.

قيديءَ تڪ محسوس ڪيو. پيرن کي آرام پهچائڻ خاطر هو هيٺ ويهي رهيو ۽ سندس پٺا پٽ سان لڳل هئا. اوچتو، پاڇولن مان هڪ قيدي نروار ٿيو. هن هڪ ٻُڪ تازي مٽيءَ جو پري اچي ڪوٺڙيءَ جي چائنٺ وٽ رکيو ۽ ويو هليو. اهڙيءَ ريت ٻيا بہ آيا ۽ هر ڪنهن ٻُڪ مٽي جو رکيو ۽ اها عجيب رسم سرانجام ڏني. هڪ ننڍو ڍير ڪوٺڙيءَ اڳيان بنجي ويو. جڏهن هو سڀ ويا هليا تہ قيدي اٿيو ۽ ڪجهہ مٽي کنيائين ۽ ٺورڙي پنهنجي سينڌ ۾ هنئي، هن جي دوست ڪيس، مٽيءَ جو نذرانو ڏيئي الوداع ڪئي هئي. پوءِ قيدي پنهنجي هڪ آڱر کي، لوهي سيخ جي هڪ ڪناري سان رهڙڻ شروع ڪيو ۽ ڪجهہ لحظن کان پوءِ رت نڪري آيو. وٽس لکڻ لاءِ موجود ڪاغذ مان هن ننڍڙي ٻيڙي ٺاهي ۽ آڱر مان نڪتل رت سان ٻوڙي،

سندس ڪوٺڙيءَ جي هڪ پاسي کان نهيل ناليءَ ۾ انهيءَ بيڙي کي لوڙهي ڇڏيائين. وٽس پيل اڌ بالٽي پاڻيءَ جي بہ آهستي آهستي ڪري هاريائين تہ جيئن بيڙي پر وارين ڪوٺڙين مان ٿيندي نيٺ وڏي نالي ۾ وڃي پهچي جيڪا آخرڪار جيل جي چؤديواري جي ٻاهر وڃي ٿي. تنهن مهل بارش پوڻ لڳي. گجگوڙ پئي ٿي ۽ وڄ پڻ چمڪڻ لڳي.

جيل جي گهڙيال ڏهہ نڪاءَ هنيا.

For oak and elm have pleasant leaves
That in the springtime shoot
But grim to see is the gallows tree
With its adder-bitten root
And green or dry, a man must die
Before it bears its fruit.

- Oscar Wilde - *The Ballad of Reading Gaol.*

# 10

اهي قيدي جيڪي تعليم يافته يا ڪنهن سماجي رتبي وارا هوندا آهن تن کي 'بي' ڪلاس ۾ رکيو ويندو آهي. ڪين سمهڻ لاءِ هنڌ بسترو ملندو آهي ۽ هڪ قيدي بورچيءَ طور پڻ ملندو آهي. جنهن کي برداشتي چوندا آهن. اختياري وارن جي اجازت سان، اهڙا قيدي. واچ رکي سگهيا ٿي ۽ اخبار گهرائي سگهيا ٿي. ڪين ريڊيو رکڻ جي به اجازت هئي. مطلب ته بي ڪلاس وارو قيدي بين سي ڪلاس وارن کان موچاري حال ۾ هو. بي ڪلاس جي قيدين کي ملاقاتن لاءِ وڌيڪ ڇوٽ هئي. جيل جو سمورو اسٽاف، سپرنٽينڊنٽ کان وٺي ويندي هيٺين ڪارندن تائين، اهڙن قيدين جي عزت ڪندا آهن. جڏهن وڏو صاحب انسپيڪشن تي ايندو هو ته بي ڪلاس جا قيدي، هن جي موجودگيءَ ۾ اتي ويهندا هئا. پر بين وانگر اوڪڙون ڪونه ويهندا هئا. هو سائس اکيون ملائي ڳالهائي سگهندا آهن. پر ادب سان. ڪين هڪ چڱي مقدار ۾ سيڌي سامان رکڻ جي به اجازت هئي. انهن ڏينهن تي، جڏهن گوشت ملي نه سگهندو هو ته ڪين اڌ ٻزن بيدا راشن طور تي ملندا هئا.

جيتوڻيڪ بي ڪلاس جي قيدين کي "زيد" جي جيل ۾ موجود هئڻ جي ڄاڻ هئي پر ڪنهن به هن سان ملاقات نه ڪئي هئي. جيل ۾ سماجي رتبي کي تمام خيال سان برقرار رکيو ويندو آهي. هڪ بي ڪلاس قيديءَ کي، جنهن کي، 25 سال ٽيپ ڏنل آهي، اهڙي ڪوٺڙي ۾ رکندا آهن جيڪا ڪنهن سياسي نظر بند جي پرسان هجي. اهڙن قيدين کي سهولت طور، ڪوٺڙيءَ اڳيان باغ ٽڪڙو ۽ ڇڳيرڙو اڱڻ به ڏنل هوندو آهي.

هڪ ڏينهن "زيد" مشقت خاطر، جيل جي انهي پاسي ويو. هو هڪ

پت کي لنبڻ ۾ رڌل هو تہ هڪ برداشتيءَ کيس ٻڌايو تہ ٻي ٻي ڪلاس جا همراهہ سانس ملڻ ٿا چاهين. هُو پنهنجين ڪوٺڙين جي ٻاهر ڪرسين تي ويٺا هئا. "زيدُ" اچي سندن اڳيان بيٺو. هنن کيس ڪرسيءَ تي ويهڻ جي آڇ نہ ڪئي. جنهن ماڻهوءَ کي 25 سالن جي ٽيپ مليل هئي تنهن کيس چيو. "اوهان هڪ مشهور شاعر آهيو ۽ نامور ماڻهو. اوهان بي ڪلاس لاءِ درخواست ڇو نٿا ڏيو؟" "زيدُ" اهو ٻڌي ورائيو. "منهنجو ڪو ڪلاس ناهي. مان بلڪل خوش آهيان. جت بہ آهيان."

سياست دان پائپ دُکايو ۽ چوڻ لڳو. "هنن کي پاڻ توکي بي ڪلاس ڏيڻ کپي ها. هڪ تہ تون تعليم يافتہ آهين ۽ ٻيو تنهنجي حيثيت بہ ڏسن ها. اسين توکي سڃاڻون ٿا ۽ اها بہ خبر اٿئون تہ توکي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسايو ويو آهي. اسان کي ڏس، اسان هت انهيءَ ڪري آهيون جو حڪومت سان سياسي تڪرار آهي. شروع ۾ اسان کي بہ سي ڪلاس ۾ ڦٽو ڪيو هئائون پر پوءِ اسان جي گوڙ تي ڪين نيٺ هِت آڻڻو پيو. پر جي سچي ڳالهہ پڇين تہ رڳو خالي فرش تي سمهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. پر سڀني ڳالهين هوندي بہ سياسي ماڻهن کي عام مجرمن کان پاسيرو رکڻ گهرجي."

ٻن ٽن ساعتن کان پوءِ، ٻيهر چوڻ شروع ڪيائين، "اهو منهنجو خيال آهي تہ ليکڪن کي سياست کان پري رهڻ کپي. هو لکڻ جاري رکن. هونئن بہ اڄ تائين ليکڪن مان ڪنهن بہ ڪامياب سياست نہ ڪئي آهي."

"زيدُ" اڃا بيٺو هو. خاموش. کيس ويهڻ جي آڇ بہ نہ ڪئي وئي هئي. اها هن جي عادت هئي اهڙن جملن جو ڪڏهن بہ جواب نہ ڏيندو هو جيڪي کيس ڏاهپ کان سواءِ محسوس ٿيندا هئا. انهيءَ ڪري خاموش رهيو پر کيس تعجب پئي لڳو تہ ڪهڙي نہ اختياريءَ منجهان اِهو سڀ ڪجهہ چيو ويو هو. ڇا ليني، مائو، هوچي منهہ ليکڪ نہ هئا؟ پنهنجو پاڻ کان پڇيو. والٽيئر، روسو ۽ ٽالسٽاءِ ڪير هئا؟ ڇا هنن پنهنجن ماڻهن کي ڏاڍ کان آزاد نہ ڪرايو؟ لورڪا ۽ نرودا، آزاديءَ خاطر جانيون قربان نہ ڪيون هيون؟ ڀلا قرة العين طاهره، ناظم حڪمت ۽ نيٽو سينگهر بابت ڪهڙو خيال آهي؟ ڇا اِهو سياستدان رڳو انهن نالن کي سڃاڻي ٿو. بلڪل نہ. نہ تہ هن ملڪ جي اها بدقسمتي نہ ٿئي ها تہ ايئن افراتفري منجهہ هجي ها.

"ڪوشش ڪري بي ڪلاس وٺ." هڪڙي صلاح ڏني. "ٻيو نہ تہ

انهي پورهئي ۽ آزار مان نه جان ڇٽندئي."

"مان ڇو ٻين کان الڳ ٿيان، جڏهن منهنجا ٻيا دوست ۽ همراهه سڀ پورهئي سان لڳل آهن." "زيد" چيو.

"اوهان کي پنهنجي عزت نفس جو ڪو خيال ناهي؟ اوهان جهڙن نه سياست کي بدنام ڪيو آهي." سياستدان ڪجهه ڪاوڙ منجهان چيو.

"مان ذلت جي گهرائپ کي ڇهڻ ٿو چاهيان." "زيد" چيو، "انهيءَ ڪري نه جيئن غريبن جهڙو ٿيان. اوهان سي ڪلاس ٿا چئو. مان چاهيان ٿو نه جي انهيءَ کان به ڪو ابتڙ ڪلاس هجي نه اتي مون کي رکو. هت ڪي به ڪلاس ناهن. اسين سڀ قيدي آهيون. اسان سڀ ساڳئي ئي ڪلاس جا آهيون ان کان سواءِ رڳو هڪ ڪلاس آهي جنهن اسان کي جيل موڪليو آهي. هُن اسان کي ونڊي ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ ڳالهه تي خوش آهن. مون لاءِ هن جي خوشي انهيءَ ۾ آهي نه اسين بي عزتا ٿيون."

"ٺيڪ آهي جيڪو توکي وڻين سو ڪر." سياستدان چيو، "پر جي ڪو ڪاڏي پيتي جو سامان کپندو هجيئن نه هت اچجانءِ."

"مان خوش آهيان انهيءَ ڪاڏي منجهان جيڪي ٻيا مون سان گڏ کائن ٿا. جي هن جو گذارو انهيءَ ڪاڏي تي ٿي سگهي ٿو نه مون کي ڪهڙو حق آهي نه بهتر جي گهُر ڪريان. اوهان جي مهرباني." "زيد" جواب ڏنو ۽ وري وڃي پنهنجي ڪم کي لڳو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اهو سياستدان، لکت ۾ معافي ڏيئي، جيل مان آزاد ٿيو. هن جي جاءِ تي هڪ نوجوان آيو هو ۽ جيڪو "زيد" کي پڻ وڻيو هو. ڇا انهيءَ ڪري "زيد" هن کي پسند ڪرڻ لڳو هو، جو هو سندس خيالن جو حامي هو ۽ پنهنجي زمين، اُن جي زبان ۽ ماڻهن ڏانهن لاڳاپيل هو؟ هو ڏاڍو بي ٻپو پئي لڳو ۽ ڪيس پنهنجي 25 سالن جي سزا جو ڪو خوف نه هو. جڏهن به "زيد" جي دل ٿي نه هو اتي وڃي ساڻس گفتگو ڪندو هو. هن نوجوان جا مقصد خاطر جذبا، ساراهه جوڳا هئا. هو پئي هر موضوع تي ڳالهائيندا هئا. ادب، سياست، فلاسافي، تاريخ، نوجوان جو نهايت چڱو مطالعو ڪيل هو. سڀ کان وڌيڪ جنهن ڳالهه ڪري "زيد" کي اهو نوجوان پيارو لڳندو هو، سو هو سندس اهو گرم ۽ جيئرو جاڳندڙ عزم، جنهن سان هن چاهيو ٿي نه هو اهي بڇڙيون ديوارون سڀ ڊاهي ڇڏي، جن

ڪائنس، پنهنجا ماٿهو جدا ڪيا، آزادي ختم ڪئي ۽ سندس عزم کي پورو ڪرڻ نہ ڏنو. هڪ دفعي انهيءَ نوجوان ”زيد“ کي ٻڌايو تہ ڪيس جيل ۾ 25 سال ڪاٽڻ جو ڪوبہ ارمان ناهي پر سندس وار ڇٽڻ پيا تنهن جو ڪيس خيال ٿي پيو هو. هو آرسي ۾ ڏسندو ۽ انهيءَ ڳالھ تي اَرهو ٿي پوندو هو تہ وار ڪيئن نہ ڇٽڻ پيا.

ڪجھ عرصي کان پوءِ اهو نوجوان ٻئي جيل بدلي ٿي ويو ۽ سندس جاءِ تي هڪ پينٽر آيو جنهن جو ڏوھ رڳو اهو هو تہ هن هڪ اهڙي تصوير ناهي هئي جيڪا گورنمينٽ مائي باپ کي پسند نہ آئي. اها تصوير ضبط ڪئي ويئي ۽ سندس سامهون ساڙي ويئي هئي. هن ۾ ڪا اهڙي مٽيا پئي بکي جو ”زيد“ بس ڏسنديئي سمجهي ويو تہ هي ضرور پينٽر هوندو. ”زيد“ پنهنجو گهڻو وقت اتي گذارڻ لڳو ۽ ان جي پرسان ٻي ڪوٺڙيءَ ۾ هڪ جوان سياسي قيدي پڻ آيل هو. ”زيد“ جا يار دوست ڪائونس پڇندا هئا تہ هو ڪٿ ٿو سارو وقت گذاري. ”مان انهن ٻنهي ڏانهن ويندو آهيان جن جو نظريو پڻ ساڳيو آهي. مان توهان کي ضرور انهيءَ ڪچهرين جي روئداد ٻڌائيندس.“

هڪ ڀيري پينٽر ”زيد“ کي ٻڌايو، ”مون آرٽ ۾ تيل سيني تحريڪن جو ابياس ڪيو آهي. مون لاءِ اهي ئي پينٽر اعظيم آهن جن ڪوشش ڪئي آهي تہ پنهنجن ماڻهن جي جذبن جي عڪاسي ڪن، جن عوام کي اميد جو سنهيو ڏنو آهي. جن ڪين تبديلي ۽ انقلاب لاءِ تيار ڪيو. اهو منهنجو يقين آهي تہ ناانصافي ۽ ڏاڍ خلاف جاکوڙ ۾، هڪ پينٽر پنهنجي برش کي ايئن ئي استعمال ڪري ٿو جڻ جنگ ۾ ڪو هٿيار هجي. مون ڪوشش ڪئي آهي تہ پنهنجي عوام کي چاهيان ۽ پنهنجي سڃاڻپ بہ عوام سان لاڳو هجي- ۽ سندن جسماني توڙي روحاني تڪليف ۾ گڏ هجان. مون کي صرف هڪ تحريڪ جي ڄاڻ آهي: ’عوام جي تحريڪ.‘“

”زيد“ ڪائونس پڇيو تہ سندس پينٽ ڪيل تصوير ۾ ڇا هو جو صاحبن کي خراب لڳي.

”اها تصوير منهنجو سڀ کان وڏو شاهڪار هو، ”پينٽر وراڻيو. ”هنن اُها منهنجي اکين آڏو ساڙي. پر اها ڪا وڏي ڳالھ نہ هئي. هاڻ مان پنهنجي رت سان پينٽ ڪندس- پنهنجي يارن دوستن ۽ ڪامريڊن جي رت سان.“

هو واقعي اکر بہ اکر صحيح چئي رهيو هو.

هن "زيد" کي چيو تہ هر بيرڪ مان هڪ همراهہ ڪٺو ڏهن بيرڪن مان ڏهہ ڄڻا آيا. باقي پينٽر سندس پر وارو ڪامريڊ ۽ "زيد" پاڻ- سي سڀ ملي ٽيا تيرهن. "مان هڪ تصوير ناهيان ٿو رت سان- پاڻ سيني جي رت سان." هن چيو، سندس پر واري يار ڪيس بليڊ ۽ ڪو برش ڏنو ۽ هڪ ٿلهيرڙو پنو بہ. سڀ کان پهرين هن "زيد" جي ڪرائيءَ تي چهڪ ڏنو. رت نڪرڻ لڳو ۽ اُن سان پني تي ليڪون ناهڻ لڳو. اهڙي طرح پاڻ سميت هڙنئي رت ڏنو. هو نهايت زور شور سان پينٽ ڪرڻ ۾ مشغول هو ۽ ٿورڙي ويرم منجهہ هڪ چهري جي تصوير نروار ٿيڻ لڳي ۽ سڀني يڪدم سڃاڻي ورتي: "پر هيءَ هن جي تصوير آهي." سيني کي عجب لڳو. پوءِ ٿورو بحث هليو تہ اها تصوير ڪٿي ٽنگجي. آخرڪار پينٽر چيو تہ پل اِها تصوير "زيد" جي حوالي هجي.

انهيءَ سموري معاملي جي خبر وڏي صاحب تائين پهتي، جنهن دستور موجب مٿين اختياري وارن کان پڇيو. جواب مليو تہ پينٽر ۽ سندس جوان ساٿيءَ کي 15 ۽ 10 ڦٽڪن جي سزا ڏني وڃي. "زيد" کي يڪدم "بند وارڊ" موڪليو وڃي جت ڪيس بہ ڪا سزا ملندي. باقي ٻين کي سيني آڌو ناهوڪي مار ڏني ويئي. سندن ڏاڙهيون، مڇون ۽ مٿو ڪوڙيو ويو. ناهيل تصوير کي ضبط ڪيائون. اهو بہ اعلان ٿيو تہ پينٽر ۽ سندس جوان ساٿيءَ کي ٻئي ڏينهن صبح جو ڦٽڪا لڳندا. صبح جو ڦٽڪا لڳائڻ جي رسم پوري ڪرڻ لاءِ ٽڪٽڪيءَ کي تيار ڪيو ويو ۽ ڇهبڪ تيل ۾ ٻوڙيا ويا تہ جيئن صبح جو لڳڻ مهل وڌيڪ اثرائتو ٿين. ڦٽڪن لڳائڻ وارن کي بہ حڪم ڏنو ويو تہ جيئن چست چوبند رهن.

I am here to whip people-and whip them I shall.

- Franz Kafka - *The Trial.*

## 11

وڏي اڱڻ ۾ وچ تي ٽِڪٽِڪي رکيل هئي، ڦٽڪا هڻندڙ اڳ ئي تيار بيٺا هئا. سندن لڱ اگهاڙا ۽ تيل سان مالش ڪيل هئا. تہ جيئن سندن مُشڪون پوري لچڪ سان پنهنجو ڪم ڪري سگهن. هُو پاڻ کي ڦڙت ۽ گرم رکڻ لاءِ ٿوري گهربل ورزش بہ ڪري رهيا هئا ۽ ڪنهن ڪنهن مهل هوا ۾ چهبڪ جو شپڪو بہ پئي ڪيائون، هڪ چهبڪ تي ڪجهہ لوهي ٽڪرا بہ لڳل هئا. مٿان هدايت اها ئي مليل هئي تہ چهبڪ جي شپڪي سان پينٽر جي بدن جا ٽڪرا اڏامي وڃن. چهبڪ هڻندڙن لاءِ خاص انعام رکيل هئو تہ جي هُو صحيح طور تي ڦٽڪا هڻندا تہ کين انعام ملندو. آخر پينٽر کي آندو ويو ۽ سندس ڪپڙا لاٿا ويا. هڪ سنهي ڪپڙي سان سندس اوگهڙ ڍڪي ويئي ۽ کيس ٽِڪٽِڪي تي چاڙهيو ويو. سندس هٿ ۽ پير، لوهي ڪڙن ۾ قابو ڪيا ويا تہ جيئن بدن ڦٽڪن لاءِ بلڪل صحيح نموني تيارُ لڳي. پئي، وڏو صاحب ۽ ننڍو صاحب، جيل ڊاڪٽر ۽ ڪجهہ اسٽاف جا ڪارندا، پڻ موجود هئا. وڏي صاحب، ڪجهہ گهڙين کان پوءِ، ڪنڌ لوڏيو جنهن جو مطلب هو تہ پهريون ڦٽڪو هڻجي. ڦٽڪا هڻندڙ، ڪُڏندو آيو ۽ ٽِڪٽِڪيءَ کان ٿورو پرتي رُڪيو ۽ پنهنجي بدن کي اڌ گولائي منجهہ قوت سان لوڏي ۽ چهبڪ وارو هٿ هوا ۾ لوڏي، ڦيرائي ۽ پنهنجي سموري سگهہ سان، انهيءَ چهبڪ کي پينٽر جي پٺن تي ڦهڪو ڪيائين. پينٽر جا لڱ ڪنبي ويا، پر هُن جي وات مان ڪو آواز نہ نڪتو. هُن اهو پهہ ڪيو تہ سموري سزا خاموشي سان ڀوڳيندو، پل سندس ماس کي قيمو بنائي ڇڏين. ٻيو ڦٽڪو لڳو. ماس جا ذرڙا. ڊاڪٽر اڳتي وڌي پينٽر جي نبض تپاسي ۽ ڪنڌ ڌوڻيو. يعني همراهہ ۾ اجا وڌيڪ سزا سهڻ جي سگهہ آهي. ٽيون ڦٽڪو لڳو. پينٽر عذاب وچان پنهنجي زبان ڏندن هيٺ آندي ۽ وات

رتو چاڻ تيڻ لڳس. پوءِ چوٽون ڦٽڪو بہ لڳو. ڪيس ايئن لڳو ڄڻ سندس پُنا ڦاٽي پيا آهن. پر هن چُون بہ نہ ڪئي. وڏو صاحب چتو تيڻ لڳو. هن سمجهيو پئي تہ هڪ بہ ڦٽڪا ئي پينٽر کي کنهن وحشي جانور وانگر ٻاڪارڻ تي مجبور ڪندا. وڏي صاحب ڦٽڪا هٽندڙن تي چوهہ چنديا. ”حرامي، مجرم کي ڦٽڪا هٽئا آهن نہ کي پيار ڪرٽو آهي. اِها زناني ڪارڪردگي نہ هلندي. اهڙا ڦٽڪا هٽونس جو ڪل لهي وڃيس ۽ سندس رحم لاءِ دانهون عرش تائين وڃن.“ ڇهين ڦٽڪي لڳڻ سان، پينٽر جي پٺن جو ماس چلجي رتوچاڻ تي چڪو هو. پر سندس چپن مان ڪو حرف نہ نڪتو.

وڏو صاحب ڪاوڙ منجهان چتو پئي تيو. هُن پنهنجي زيردست کي چيو، ”هي حرامي هاڻ بيڪار ۽ بي ست بنجي چڪا آهن. نوان ڦٽڪا هٽندڙ پرتي ڪريو. هنن کان، هڪ بدنصيب کي دانهون ڪرائڻ بہ نہ پڄي سگهيو آهي. اها سندن نالائقي آهي.“ نندو صاحب اڳتي وڌي آيو ۽ چوڻ لڳو. ”سائين هنن کي ساهي کڻڻ ڏيو. مان انهيءَ حرامي جي پٺن جي اُها ٿو حالت ڪريان جو سندس ست پيڙهيون بہ ياد ڪنديون.“

نندو صاحب اڳتي وڌيو ۽ ڦٽکن هٽندڙ جي ڪن ۾ ڪجهہ پٽڪيو. پوءِ سندن انون ۽ نائون ڦٽڪو هڪ ٻئي طرف کان اهڙيءَ طرح لڳا، جو پاسراتيون بہ ظاهر تيڻ لڳيون ۽ ماس رڙهجي الڳ تي ويو. پينٽر جي وات مان بہ رت وهڻ لڳو. ڊاڪٽر اڳ ڪڏهن اهڙو لقاءُ نہ ڏٺو هو. جڏهن وڏي صاحب ڪانئس پڇيو تہ اِهو ڪتي جو ڦر مئو يا بچيو تہ ڊاڪٽر وراڻيو، ”هي بي هوش تي ويو آهي، ۽ مان نٿو سمجهان تہ وڌيڪ سهي سگهندو؟“

”ڇا ٿو چئين ڊاڪٽر؟“ وڏي صاحب رڙ ڪئي. ”اڃا تہ رڳو نوَ لڳا آهن. ڇهہ اڃا باقي آهن. هٽونس.“ ڊاڪٽر روڪڻ چاهيو تي پر پوءِ ڪُجي نہ سگهيو. رهيل ڇهہ ڦٽڪا بہ لڳا ۽ پينٽر جي بي هوش ۽ بي ست جسم کي. اسٽريچر تي وجهي جيل جي اسپتال پهچايو ويو. ٽڪٽڪيءَ جي چوڌاري ماس جا ذرا ۽ رت جا نشان ڦهليل هئا.

هاڻ جوان سياسي ورڪر جو وارو هو، جيڪو پينٽر جو ساٿي هو. هُن جو ڏوهہ اهو هو تہ هن پينٽر کي برش ۽ بليڊ هٿ ڪري ڏنا هئا. ٽڪٽڪيءَ کي صاف ڪيو ويو. لڳل رت کي اگهي، ڇهبڪ کي وري تيل ۾ ٻوڙيو ويو. ڦٽڪا هٽندڙ بہ پنهنجو پگهر اگهي ۽ مالش کي جنبي ويا تہ جيئن

وري چست بنجي پنهنجي ڊيوٽي سرانجام ڏين. سياسي ورڪر کي ٽڪٽڪيءَ تي چاڙهيو ويو.

"مان نٿو چاهيان ته هي به بي هوش ٿي وڃي." وڏي صاحب چيو. "هن جا هوش حواس صحيح هئڻ کپن. مان هن جون رحم لاءِ دانهون ٻڌڻ چاهيان ٿو."

"سائين هي ته چا هن جو سڄو خاندان رحم لاءِ ٻاڏائيندو." ننڍي صاحب چيو. "هن بدنصيب کي ڏسو ڏيڍ پاسراٽيءَ جو ته آهي."

ڦٽڪا هٽنڊڙ ڊوڙندو آيو. ساعت کن ترسي. پٻن تي جهُڪيو ۽ ڇهبڪ جو ڦهڪو ٿيو. هي هٽيو ته ٻيو همراهه ساڳي ريت آيو ۽ ٻيو ڇهبڪ لڳو. ايئن واري وٽي ڪم شروع ٿيو. پر وڏو صاحب وري ڪاوڙجڻ لڳو. ننڍو صاحب ڪرسيءَ منجهه پاسا بدلائڻ لڳو ۽ ڪجهه پريشان پئي لڳو. ڊاڪٽر هر ڦٽڪي کان پوءِ نبض پئي تپاسي. واردن پڻ منجهيل پئي لڳو. جوان سياسي ورڪر پورا ڦٽڪا جهليا ۽ هوش ۾ رهيو. هن جا لڱ هر ڦٽڪي کان پوءِ ٿورو ڪنبيا پئي. پر پوءِ ٻئي ڦٽڪي لاءِ تيار هئا. هن پهرين ڦٽڪي کان پوءِ نعرو لڳايو: جيئي جيئي- سدا جيئي! هر ڪنهن سمجهيو پئي ته هُن جو اشارو ڪيڏانهن هو. هن اُهي نعرا پهرئين، ٻئي. ٽئين ۽ چوٿين ڦٽڪي تي هنيا. پر پنجين ڦٽڪي کان پوءِ هن نعرا هنيا: عوام جو رهنما جيئي، سدا جيئي. هزار سال جيئي. آخري ۽ ڏهين ڦٽڪي تي هن رڙ ڪئي: انقلاب زنده آباد!

وڏو صاحب پنهنجي آفيس ڏانهن واپس مڙيو ۽ سندس زيردست به پنيان وڃڻ لڳو. سياسي ورڪر کي ٽڪٽڪيءَ تان لاٿو ويو ۽ کيس اسٽريچر تي ليٽايو ٿي ويو، پر هن چيو ته نه مان پنهنجي ٻن پيرن تي هلندس. هو واقعي اهڙي شان سان هلڻ لڳو جو کيس ڦٽڪا نه لڳا هئا. پر ڪا گلن جي ورکا ٿي هئي. ڏيڍ پاسراٽيءَ واري ڪمزور جوان، جيل ۾ اهڙي روايت قائم ڪئي هئي جو ٻيا قيدي پڻ انهيءَ ڳالهه تي رشڪ ڪندا ۽ چاهيندا ته پاڻ به ساڳي وات وٺي هلن.

وڏو صاحب پنهنجي آفيس ۾ ويٺو هو. کيس دريءَ منجهان خالي ٽڪٽڪي ۽ پکڙيل رت جا ڇنڊا نظر آيا پئي. هن هڪ واردر کي گهرايو ۽ کيس حڪم ڏنو ته ٽڪٽڪي هٽائي، صفائي ڪرائي ڇڏيو.

پوءِ هن دري بند ڪرائي ڇڏي.

The revolution may break up in consequence of any political crisis like the Dreyfus Affair or the Zabern Incident.

- Lenin.

# 12

پينٽر ۽ سياسي ورڪر کي بي ڪلاس مان ڪڍيو ويو ۽ پينٽر کي ڪجهہ هفتا اسپتال ۾ رکيو ويو. پوءِ بند وارڊ ۾ بيهر سزا خاطر موڪليو ويو. سياسي ورڪر کي، ڦٽڪن لڳڻ کان پوءِ يڪدم ڪوليءَ ڏانهن موڪليو ويو هو.

"زيڊ" کي روزانو صبح جو ڪونڙيءَ مان ڪڍي، ٻاهر ڪُڪڙ بنائيندا هئا ۽ ڪيس چمڙي جي نهيل ڦٽڪي سان سزا ڏيندا هئا ۽ جڏهن واردن محسوس ڪندو هو تہ اهو چمڙي جو ڦٽڪو صحيح نہ لڳو آهي، تہ رڙ ڪندو هو تہ صحيح طريقي سان هٹوس، تہ هن شاعر جي پٽ کي خبر پوي تہ سرڪار خلاف نظم لکڻ جو ڇا حشر ٿيندو آهي. جڏهن وڏي صاحب جو دؤرو هوندو هو تہ پوءِ اها سزا ڏوم ڏام سان ڏيندا هئا.

"زيڊ" جا پنا بہ پوسرائڻ لڳندا هئا. انهيءَ روز روز جي سزا ڪري، ڪيس هاڻ ڪو وڏيڪ سُور محسو نہ ٿيندو هو، رڳو سُئيءَ جي چيڪي وانگر لڳندو هو. ڪل بہ سخت ۽ بي جان پئي لڳي. اهڙي سزا رڳو ڪيس نہ پر ٻين کي بہ ملندي هئي. انهيءَ جو مطلب اهو هو تہ سيني کي خبر پوي تہ قاعدن جي ڀڃڪڙي ڪندڙن کي سزا ملي ٿي. ڪجهہ قيدي ڦٽڪن کائڻ مهل ڦٽڪا هٹندڙن، جيل جي اسٽاف ۽ سپرنٽينڊنٽ کي بہ گاريون ڏيندا آهن. اهڙن قيدين کي بيهر سزا پڻ ملندي آهي. ڪين يا تہ ٽي چار گارڊ گڏجي مار ڪڍندا هئا يا ڪين اونڌو لٽڪائي ڇڏيندا هئا. ڪنهن مهل ڪين لوهي سيخن سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ٻڌي ڇڏيندا هئا ۽ لوهي ڏنڊا. ٽنگن سان ٻڌي ڇڏيندا آهن تہ جيئن ٽنگون سڌيون ٿي رهن. انهيءَ آزار کان بچڻ لاءِ، ڪيترا قيدي معافي گهرندا آهن تہ آئينده نيڪ ٿي جيل ۾ رهندا. ڪي سدائين جيل جا قاعدا ٽوڙيندا آهن ۽ سدائين پيا سزائون ڀوڳيندا آهن. ڪي

اهڙا قيدي جيڪي سزائون ۽ ڪي عقوبتون سهڻ کان پوءِ بہ لاڳيتو نافرماني ڪندا آهن ۽ سزا بہ ڪائي سگهندا آهن. تن کي اڪيلو ڇڏي ڏيندا آهن ۽ سندن رتبو "بدمعاش" وارو ٿي پوندو آهي- يعني خطرناڪ ۽ سخت جان!

وڏي صاحب حڪم ڏيئي ڇڏيو هو تہ پينٽر ۽ سياسي ورڪر کي روز چمڙي جو نهيل ڦٽڪو، پنج دفعا هنيو وڃي. ۽ هٽڻ وقت هر ڀيري کين چيو وڃي تہ اڃا تصويرون ناهيندين يا اڃا حڪومت جي خلاف تقريرون ڪندين؟

"زيڊ" ۽ سندس ٻن ساٿين کي هاڻ لاڳيتو بند ڪوٺڙيءَ ۾ رکيو ويو سواءِ انهيءَ اڌ ڪلاڪ جي، جڏهن کيس ٻاهر ڪڍي عقوبت ڏني ٿي. ڪيائون. هڪ ڏينهن ڪوٺڙيءَ ۾ هڪ نئون قيدي آيو، جنهن تي اهو الزام هو تہ هُو بيرڪ ۾ قيدين جي سڄي رات ننڊ ڦٽائي ٿو ۽ سڄي رات لوڪ گيت ڳائي ٿو. سنڌي ۽ پنجابي. کيس ڪيترا ڀيرا وارننگ ملي چڪا هئا پر کيس ڪا پرواهہ نہ هئي. آخرڪار معاملو وڏي صاحب تائين پهتو، جنهن کيس بند وارڊ ڏانهن سزا طور موڪليو.

ٻئي ڏينهن صبح جو کيس ڪوٺڙي مان ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ ڪائونس وارڊر پڇيو، "اڃا تہ تون آهين، جيڪو سدائين پيو ڳائين؟ سهگل جي اولاد."

"ڳائڻ منهنجي زندگي آهي. جيتري مون کي سزا ڏيندا اوترو مان وڌيڪ ڳائيندس."

وارڊر کيس هڪ چمڙي جو نهيل ڦٽڪو هنيو ۽ چيو. "هاڻ ڳاءِ تہ اسين بہ ٻڌون."

هن ڳائڻ شروع ڪيو:

درياهہ جي سير منجهہ،
ڪو ٻوٽو اُسريو،
۽ مان اڪيلائپ ۾ وڪوڙجي ويس،
مون رت ڏيئي اُن کي اُپايو.
ٻيو ڦٽڪو:
پيار! پل هزار پردن ۾ هجين،
پنهنجي سچ جهڙي منهن کي لڪائين،

منهنجيون اکيون توکي ڳولي لهنديون.
ٽيون ڦٽڪو:
مون کي تانگهہ پنهنجي سڄڻ جي،
جيڪا ڪوڙي ۽ بي وفا آهي،
جنهن کي ناهي منهنجي تانگهہ،
۽ مان وڏيڪ اداس پيو ٿيان.
چوٿون ڦٽڪو:
باغ ۾ ڪي گلاب ناهن يار،
۽ منهنجا جذبا بہ سرد آهن،
۽ نڪي آزاد.
پنجون ڦٽڪو:
اهڙن عاشقن جو بہ ٻڌو اٿم،
جي ڦاهي جي تختي بہ،
چڙهن ٿا مرڪندي.

واردر چتو پئي ٿيو ۽ آخرڪار حڪم ڏنائين تہ هاڻ هن کي مارڻ مهل، سندس وات بند ڪيو وڃي. پوءِ ڪيس روز نئين حڪم پٺاندر، ماريندا هئا. پر تنهن هوندي بہ سندس من ۾ راڳ هوندا هئا، جن کي ماري نہ سگهيا.

"زيد" ڪڏهن ڪڏهن ڪوٺڙيءَ ۾ پٽ کي ٽيڪ ڏيئي ويهندو هو، ۽ هو ڏسندو تہ هڪ ڪانگ سندن ڪوٺڙي آڏو ڪڏندو پيو هو ۽ پوءِ سامهون جيل جي ديوار تي وڃي ويهندو هو. ۽ اتان ٻاهر هڪ اوچي وڻ جي ٽارين تي پيو ٽپا ڏيندو هو. هو آزاد ۽ خوش پيو نظر ايندو هو. "زيد" سوچيندو هو تہ شايد ڪانگ مٿانس کلي پيو. ڪانگ لاءِ تہ جيل جي ديوار بہ ڪو وجود نٿي رکي. اڪثر ڪانگ سندس ڪوٺڙيءَ اڳيان اچي ٽپا ڏيندو هو. ۽ جڏهن "زيد" کيس پٿري ڪٽي هڻندو هو تہ اڏري ويندو هو. پر ڪجهہ وقت کان پوءِ وري ايندو هو. ايئن "زيد" محسوس ڪيو تہ هن وٽ هاڻ پٿريون بہ ناهن ۽ ڪانگ تمام آرام سان اچي چوڌاري گهمي ڦري پيو. کيس فقط هڪ ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي تہ هُو ڪانگ کي وساري ڇڏي. هن ايئن ڪيو ۽ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ڪانگ اُت اچڻ ڇڏي ڏنو ايئن پئي لڳو

تہ هو انهيءَ راند کان بيزار ٿي پيو هو. ”زيدؒ“ کي اجازت نہ هئي تہ هو راڳيندڙ يا پينٽر سان ملي سگهي ۽ نڪي انهن کي اجازت هئي تہ هو اچي ساڻس ملن. پينٽر پنهنجي ڪوٺڙي جي پٽ تي ميورال بنائي رهيو هو. جيئن تہ اجا هلڪا ليڪائي پائي سگهيو هو. تنهنڪري ڪيس ڪنهن ڏٺو نہ هو. سياسي ورڪر بہ ڪاٺ ۾ پيو هو. سواءِ روزانو صبح جو مار ڪائڻ لاءِ نڪرڻ جي. هو پٽ تي ليٽيو پيو هوندو هو ۽ سوچيندو هو تہ ڪڏهن اهو راڄ ختم ٿيندو. ماڻهو آخر ڪيستائين انتظار ڪندا؟ جيتوڻيڪ هُو پنهنجي پٺن تي لڳل ڦٽڪن جي نشانن کي ڏسي نٿي سگهيو پر ڪيس يقين هو تہ عوام، جن کي ڪانئس ڌار ڪيو ويو هو، سي ضرور انهيءَ وحشياڻي ڪارروائي جو ثبوت ڏسندا.

”قيد خانا قيد خانا“. هو رڙيون ڪندو هو. هو سوچيندو هو تہ فتح جون گهڙيون اجا وقت جي ڪک ۾ سمايل آهن. هڪ آواز جو اٿڻ ڪافي ناهي. ٻيا سڏ بہ گڏ ٿيڻا آهن. ٻيا آواز ساڻس گڏ ٿيندا. پر ڪڏهن؟

راڳيندڙ هاڻ اُن وقت ڳائيندو هو، جڏهن واردر وڃي سمهندو هو.

منهنجا دوست!
مون اکين کي من جي راھ ڳولڻ سيکاري آهي
۽ مون سچي محبت لڌي-
محبت بنا دوکي ۽ دولاب جي.
لڱن جي ڪاراڻ
اڃي ٺيٺي ناهي
ڪانگ بہ ڪڏهن هنج ٿيو؟
ٻين خاطر جان ڏيڻ
شهادت آهي.

”زيدؒ“، جيل جي ڏهاڙن ۾ پهريون نظم لکيو هو:

منهنجا رب جي
تون سارو سونهن آهين
تہ مون کي

جيئن لوڪ چئي ٿو
ڏي ڪو پنهنجو سونهن ذرو
تہ من جي ميراڻ ڪي اجرو ڪيان.
ماڻهو مون پارا
چاوا اٿيا ابوجهہ... ڪرپ ۾ نپنا!
حياتي سموري بنجي پئي عذاب
سونهن جو ساهہ هڪ ٻيري ڪنيو هوسين
پر ڏاڍن جي قدمن هيٺ دٻجي
چار وچائجي ويو چڻ مصيبتن جي مرين تي
اسان جا لڳ عذاب سان لوئيجي ويا
پر سور سارو ٻي وياسين
سور کان ڇوٽڪاري لاءِ.
چار ۾ وڏيڪ سوگها پئي ٿياسين.
اسان وساري ڇڏياسين سونهن جا سامان
حياتيءَ جي هاڃن ڪري
حياتيءَ تان هٿ ڪنيوسين... ڪا اميد نظر نہ آئي
انسنا، اميدون سڀ اڌري ويا
ڪنهن ڪاغذ جي گهرڙن وانگر
نيٺ سيس نوايوسين... پيش پياسين
پر تو ۾ ايمان اجا آهي
اي سهڻا خدا،... جي تون آهين
اسان کي پنهنجي پيار جي ڪا چٽنگ ڏي.
جي تو ڪا مهر نہ ڪئي اسان تي
تہ مان چوندس
تون بہ اسان وانگر اٽيو ۽ ابوجهہ آهين
۽ تنهنجو وجود
ڪنهن خيال جي اڌامر، وانگر آهي.

”زيدبہ“ اهو نظم هڪ پٿر سان پنهنجي ڪونڙيءَ جي پٽ تي ڪرڙي

لڪيو هو. وڏي صاحب ٻئي ڏينهن، جانچ دوران ڏسي ورتو. هو رڳو آخري ستون پڙهي سگهيو ۽ رڙ ڪيائين، "هي ماڻهو تہ دهريو آهي. منڪر خدا آهي. هن کي سياٽي ويهہ ڦٽڪا لڳندا. پت کي صاف ڪري ڇڏيو."

"سائين هت هڪ ٻيو بہ حرامي آهي. هڪ راڳيندڙ. سيني جي ننڍ حرام ڪري ڇڏي اٿس. روز مار پويس ٿي پر اُن جو ڪو اثر ئي ناهي." واربر چيو. "سياٽي انهيءَ تانسين جي اولاد کي بہ ڏهہ ڦٽڪا هڻو." وڏي صاحب حڪم ڏنو. انهيءَ رات وري ٽڪٽڪي سجائڻ لڳا. چهبڪ تيل ۾ ٻوڙيا ويا ۽ ڦٽڪا هڻندڙن مالشون شروع ڪيون تہ جيئن ٻئي ڏينهن پنهنجو فرض صحيح طور تي پورو ڪري ڏيکارين.

If Christ had not died upon the cross, he would not have become the son of God.

- Napoleon

# 13

عظيم ماڻهو. نندي وهيءَ ۾ مري ويندا آهن. ڦاسي جي انتظار ۾ بند
ٿيل انسان سوچيو. وان گو، شوبرٽ، شيلي، ڪيٽس، ڪافڪا. ڪيترائي
ناميارا سپاهي ۽ سياستدان، پيري ۽ اپاهج ٿيڻ کان اڳ گذاري ويا آهن. هنن
اهو پسند نہ ڪيو تہ وقت ۽ ڪمزوري مٿن وري اچي. سڪندر، نيپولين،
لينن، جوليس سيزر ۽ ٻيا ڪيترائي ڳڻائي سگهجن ٿا.

نيپولين! ڇا هيءَ ڪوٺڙي منهنجي سينٽ هيلينا بنجيندي؟ هن
سوچيو. مون اهڙو ڇا ڪيو آهي جو اهو منهنجو اعزاز ٿئي؟ ڇا اهو منهنجي
نصيب ۾ لکيل آهي ڇاڪاڻ جو مون رڳو پنهنجي عوام جي خدمت ڪئي!
جيڪڏهن ڪو ايئن ڪري ٿو تہ هو پنهنجا دشمن وڌائي ٿو. خوني شڪاري
ڪتا. منهنجو رت چوسڻ لاءِ آتا آهن. پر ڇا ٿي پيو جيڪڏهن منهنجا ماڻهو
منهنجي پٺيان آهن. هُن پاڻ کي دلاسو ڏنو ۽ سمجهڻ لڳو تہ ڪيس پرواهہ
ناهي جو جوانيءَ ۾ ئي موت آيو. هُن پنهنجي زندگي بابت سوچيو. پهرين تہ
مٿس اهوئي الزام هو جو هن هڪ جاگيردار گهراڻي ۾ جنم ورتو هو.
ڇاڪاڻ تہ سندس طبقي منجهان انقلابي ٿيڻ هڪ اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي. پر
ڪيس اها بہ ڄاڻ هئي تہ سندس موت انهيءَ اڻ ٿيڻيءَ کي حقيقت ۾ بدلي
ڇڏيندو. هن سمجهيو ٿي تہ هُن پنهنجي ملڪ ۾ انقلاب جو بنياد رکي ڇڏيو
آهي. هاڻ اُتان واپس ورڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ۽ جڏهن آخرڪار انقلاب برپا ٿيندو
تہ اُهو سندس نالي پٺيان هوندو.

هُن بلبل کي پنهنجي ڪلهي تي ويهاريو ۽ پوءِ هو پنهنجي ڪوٺڙيءَ
۾ پسار ڪرڻ لڳو. هُن پنهنجي وڪ وڌائي ۽ ڪيس ڪنهن ساز جو آواز ٻڌڻ
۾ آيو پئي. اُنهيءَ ساز جي لئہ سان هن قدم کڻڻ شروع ڪيا. اِهو ساز وي آنا

جي والز جهڙو هو. وٺن ۾ هوائن جي زور ڪري آواز پئي آيا. اوچتو ساز بند ٿي ويو پر هُن جي ڪنن ۾ اڃا تائين پڙاڏو پئي گونجيو. اهڙو پڙاڏو جو ڪيس ڪنهن جنازي ڪٽي هلڻ مهل فضا ۾ محسوس ٿيڻ لڳندو آهي.

هو ٻه ٽي قدم ڪٽي ڪوٺڙيءَ جي سيخن واري در تائين آيو ۽ ڪلهي تان بلبل کي مٺ ۾ جهلي، اُها ٻانهن سيخن کان ٻاهر ڪري جهلي. بلبل ٻاهر جي ٿڌي هوا محسوس ڪري، مٺ منجهه ڦٿڪڻ لڳي ۽ ائين ٿي لڳو ڄڻ هو آزاد ٿيڻ ٿي چاهي. هوا پيهر زور سان هلڻ لڳي. هُو ڪوٺڙيءَ جي وچ ۾ آيو ۽ سندس ڪنن ۾ سنڌو درياهه جي ديس جي موسيقي پئي ٻڌڻ ۾ آئي. پڙلاءُ. دمادم مست قلندر... دمادم مست قلندر. هُو پاڻ به جهونگارڻ لڳو. سنڌ جي ريگستانن جي صوفيائي ڪلام کي. دمادم مست قلندر!

جيل جي گهڙيال ٻارهن نڪاءُ هنيا.

Our thoughts will be devoted to the knowledge of humanity, our affections to her love, our actions to her service.

- Auguste Comte

Writing is a form of prayer

- Franz Kafka

All those who are struggling for freedom today are ultimately fighting for beauty.

- Albert Camus

# 14

ٽڪنڪي وري سينگارجڻ لڳي ۽ ﻬ ڦٽڪا هڻڻ وارا پاڻ کي چست رکڻ لاءِ ورزش ڪري رهيا هئا. موسيقار کي ٻڌو ويو. جيل جا عملدار ﺑﻪ آيا ۽ پنهنجين سيٽن تي اچي ويٺا. ڦٽڪا هڻندڙ نچندو ۽ جهومندو آيو. سندس هٿ ۾ جهليل ڇهبڪ هوا ۾ ڦٽڪيو پئي.

”مان اهي ڏهه ڦٽڪا اربيان ٿو عظيم ڏهن ٺاٺ ۽ راڳن کي.“ موسيقار پنهنجو پاڻ پٽڪيو.

پهريون ڦٽڪو لڳو.

”اربيمر ڀيروي ٺاٺ ۽ راڳ مالڪونس کي،“ هن چيو، ”الله اسان کي پنهنجي امان ۾ رکي.“

ٻيو ڦٽڪو هُن پوربي ٺاٺ ۽ بسنت راڳ کي اربيو.

ٽيون ڦٽڪو ڪافي ٺاٺ ۽ ڪافي راڳ کي.

چوٿون ڦٽڪو ٽوڙي ٺاٺ ۽ ميان جي ٽوڙي راڳ کي.

ان مهل وڏي صاحب ننڍي صاحب کي آهستي سان چيو ﺗﻪ ”هن حراميءَ کي چئو ﺗﻪ معافي گهري. پوءِ پل معافي ڳائي گهري. مان ڪاوڙ ﻧﻪ ڪندس.“

پنجين ڦٽڪي، هن جي چمڙي ڦاڙي وڌي. هن وات مان نڪرندڙ دانهن کي زوري روڪيو ۽ پوءِ چيائين: اربيمر ڪماچ ٺاٺ ۽ راڳ جئه جئه ونتيءَ کي.

ڇهون ڦٽڪو ڪلياڻ ٺاٺ ۽ راڳ ايمن کي.

پوءِ هو بي هوش ٿي ويو. پر ڦٽڪي وارو ترسيو ﻧﻪ. ستون ڦٽڪو ﺑﻪ ساڳي زور منجهان هنيو ويو. ڊاڪٽر اڳيان وڌي آيو ۽ نبض تپاسي چوڻ لڳو ﺗﻪ باقي ﺑﻪ ڪائي سگهي ٿو.

”نيڪ آهي پر سُر ۾ هٽونس.“ وڏي صاحب چيو.

انون به لڳو ۽ هن جهيٽي آواز ۾ چيو. پيروين ۽ راڳ پوريا ڌنا سري.

نائون ڦٽڪو: بلاول، راڳ شنڪر.

جڏهن آخري ڦٽڪو لڳو ته رت هن جي وات مان اُبڙڪو ڏيئي ٻاهر نڪتو. ڊاڪٽر تپاسيو ۽ پاڻيءَ جا ڇنڊا منهن تي هنياءِونس. هن کي ٿورڙو هوش آيو: آساوتي، راڳ درٻاري. هن ڪان اهي اکر ڇڻ خواب منجهه اُڪليا. جڏهن ٽڪٽڪيءَ تان لاٿو ويو ته ڪيس يڪدم هوش آيو ۽ رڙ ڪيائين. ”انقلاب زنده آباد ۽ ان جي موسيقي.“

”هن کي سزا واريءَ ڪوٺڙي منجهه وٺي وڃو.“ وڏي صاحب حڪم ڏنو. هُن کي وٺي ويا.

هاڻ ”زيد“ کي ٽڪٽيءَ تي چاڙهيو ويو. نه رڳو جيل جو سمورو عملو موجود هو پر بالا اختياري وارن جا نمائيندا پڻ خاص طور تي گهرايا ويا هئا. جيل جي مولويءَ اُنهيءَ ڇهبڪ تي ڪجهه پڙهي شُوڪاريو، جنهن سان ”زيد“ کي ڦٽڪا لڳا هئا. هاڻ اهو ڇهبڪ مذهبي قوت سان ڀرپور هو ايئن جيئن ”زيد“ جو ڏوهه به ڀرپور هو. اها ڳالهه عام هُليل هئي ته اهو مولوي، هڪ ڀيري، مسيت ۾ هڪ ڇوڪر سان بدفعلي ڪندي پڪڙجي پيو هو.

ڦٽڪن هڻڻ واري ايئن ڊوڙ پائڻ شروع ڪئي جيئن ڪو تيز بالر ڊوڙندو آهي. انهيءَ کي به اهو ٻڌايو ويو هو ته ”زيد“ ڪهڙا دهريت وارا گناهه ڪيا آهن، جن لاءِ ڪيس سزا پئي ڏجي.

”زيد“ جو دماغ ڀٽڪڻ لڳو. هن ياد ڪيو جڏهن سندس چار شاعريءَ جا مجموعا عريانيءَ جي الزام هيٺ ضبط ڪيا ويا. هُن فيصلي خلاف هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو هو. پنهنجي درخواست ۾ هن لکيو هو ته: ”مان انهن ليکڪن جي ٿهيءَ منجهان آهيان جن ملڪ جي آزاديءَ ويل هوش سنڀاريو هو. مان جوان هن ملڪ ۾ ٿيس. مون پاڻ کي، هن ملڪ جي ترقي ۽ ڀلائيءَ خاطر وقف ڪري ڇڏيو هو. پر هڪ خونخوار اقليت، هن معصوم ملڪ منجهه پنهنجي پاتاري قائم ڪئي، هڪ آمريت واري ۽ انصاف کان وانجهيل حڪومت ملڪ تي ٿاڦي ويئي. مان اُنهيءَ نسل سان لاڳاپو رکان ٿو جنهن ملڪ جي بنيادن سان ويساهه گهاتي ٿيندي ڏٺو.

اِنهيءَ ٿهي ڏنو تہ ملڪ ۾ ڇا تبليغ ۽ اعلان ڪيا ويا ۽ ڇا حقيقت ۾ عمل ڪيو ويو. ٻنهي معيار پڻ ڏنو. جنهن هيٺ ڇا چئبو هو ۽ ڇا ڪبو هو. نوان حاڪم ايئن اچي تخت تي ويٺا جڻ نوآبادياتي سائين لنڊن ۾ وهندا هئا. اهو ساڳيو فاصلو، عوام کان پري ۽ برابر رکيو ويو. رڳو اهو ننڍو طبقو، نئين ملڪ ۾ نوازجي ويو جيڪو عمل ۾ ڪوڙو ۽ غريبن سان نفرت ڪندڙ هو. اهو سمورو لڏو بدليو نہ پر ماڳهين وارث بنجي ويٺو.

ڦهريون ڦٽڪو لڳو.

"اهو استحصالي طبقو، جيڪو ملڪ تي حڪم هلائي پيو، سو انگ اکر گڏ ڪري. اهو ڏيکاري سگهي ٿو تہ ملڪ ۾ ڪيتري اقتصادي ترقي ٿي آهي. پر اهي سڀ طريقا، عوام کي بيوقوف بنائڻ خاطر آهن. انهيءَ طبقي وارا، بڪايل ۽ ڪمزورن جا حامي ناهن.

"اسان کي نڳي نٿو سگهجي. اسين ڄاڻون ٿا تہ اسان جا خواب، ظالمن ۽ اقتدار جي بکين، تعبير ٿين نہ ڏنا. هاڻ ڪين رڳو انهيءَ ڳالهہ منجهہ پنهنجي بقا نظر اچي ٿي تہ هو ڪيئن ماڻهن جي حقن کي پائمال ڪري سگهن ۽ ڪائنن سندن عزت نفس ڦري سگهن، ملڪ اهڙن لوڀين لاءِ جنت بنجي پيو آهي. مال ۽ اختيار حاصل ڪرڻ جي ڊوڙ منجهہ سيئي قدر ختم ٿي چڪا آهن. نوان پيدا ٿيل دولتمند، عوام کي ڌڪارين ٿا ۽ پاڻ بين الاقوامي سهري سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪن ٿا. اهي ماڻهو جبر جي دؤر جي پيداوار آهن ۽ خود غرض راڪاس جيڪي رڳو پنهنجي ڀلائي ۽ شان شوڪت وڌائڻ ۾ دلچسپي رکن ٿا. اهي طبقا پاڻ کي ٻين کان برتر سمجهن ٿا ۽ پنهنجن نوآبادياتي آقائن جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. سندن رسم رواج، سوچ ۽ سماجي قدرن کي نقل ڪرڻ ۾ رڌل آهن ۽ ايئن هو هڪ خيالي وڏ- ماڻهپي کي حاصل ڪرڻ لاءِ حقيقت کي قربان ڪريو ڇڏين."

هن کي ٻيو ڦٽڪو لڳو.

"انهن لاءِ جن وٽ عاليشان گهرن جي شان شوڪت ئي سڀ ڪجهہ آهي، ۽ ڪوبہ جڏهن انهن غريبن جي حالت زار ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿو، تہ اهي ڪين نانگا ۽ ٻين جي عزت ۽ ناموس کي برباد ڪرڻ وارا، لقب ڏين ٿا. انهن ماڻهن کي اهو بہ پسند ناهي تہ ڪو ڪين اهو ورجائي ٻڌائي، تہ سائين اوهان پنهنجي اسلامي جمهوريت ۾ جيڪي ماڻهن سان آزار ڪريو پيا، تن

جي بہ ڪا سزا آهي يا اوهين سڀ سزائن کان بالاتر آهيو. انهن ڪجهہ نوازيل ماڻهن کي دائمي سرفرازي مليل آهي. اهي ماڻهو پنهنجن يارن جي ڳولا ۾، ڌارين سان سازباز ڪرڻ ۾ بہ ڪوتاهي نہ ڪندا آهن. پنهنجي مفاد ۽ "حفاظت خاطر قومي مفاد جو سؤدو ڪندي بہ نہ ڪيٻائيندا آهن. قومي دولت جا ذريعا بہ ڌارين قوتن جي حوالي ڪندا آهن. مان انهي ٿهيءَ سان واسطو رکان ٿو جنهن ملڪ کي بہ اڌ ٽيندي ڏٺو آهي. اسان جو ايمان آهي تہ هي ملڪ انهيءَ ڪري ٺي نہيو هو تہ اسين آزادي ۽ عزت نفس سان رهون. جن اسان تي حڪومت ڪئي آهي سي اسان جا نمائيندا ناهن. سندن پاليسيون ۽ ڪردار، عوام جي امنگن ۽ خواهشن جي ابتڙ آهن. جنهن اعليٰ مقصد جي خاطر، هي آزاد ملڪ وجود ۾ آيو هو، تنهن جو خانو خراب ڪري ڇڏيو اٿن ۽ ڪين پرواهہ ٿي نہ ٽيندي جي پنهنجي مفاد خاطر ملڪ تباهہ ڪري وجهن."

ٽيون قتڪو بہ لڳو.

"1971ع ۾ ملڪ کي ٽوڙيو ويو ڇاڪاڻ تہ اڪثريت کي اهو احساس ٿي ويو هو تہ، اقتدار جا صاحب، ڪين آزاديءَ سان رهڻ نہ ڏيندا، جيڪا 1947ع ۾ ملي هئي. اقتدار جا صاحب، عوام جي ڀلي خاطر ڪا ڳالهہ ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. هو پنهنجي بچاءُ خاطر ملڪ کي بہ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. اِها نوازيل اقليت سدائين مخالفت ڪندي آهي تہ ديسي ٻولين ۽ تهذيب کي ترقي ونرائجي يا رائج ڪجي. انهن ٺي ماڻهن بنگالي ٻولي ۽ ڪلچر لاءِ ڌڪار ظاهر ڪئي ۽ ڪين سنڌ، بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب جي ماڻهن ۽ سندن ٻولين ۽ تهذيب لاءِ بہ ڪا همدردي ناهي."

چوٿون قتڪو هن جي پٺن تي لڳو.

"حاڪم طبقو، ٻين ملڪن سان سازباز ڪري، پنهنجن ماڻهن کي آزادي ۽ بنيادي حقن کان محروم رکي ٿو. اسان جي ٿهي انهيءَ سرشتي کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي. اسان جي ڳوٺاڻن ۽ هارين جي رهائش ۽ لباس جا طريقا پنهنجا آهن ۽ اسان کي فخر آهي."

پنجون قتڪو بہ لڳو.

"اسان کي انگريزي ڳالهائڻ تہ سيکاريو ويو پر اسين پنهنجين ٻولين پشتو، بلوچي، سنڌي ۽ پنجابي ۾ لکڻ جي قابليت تي فخر ڪريون ٿا.

اسان وڏن شهرن، ڪلبن يا پلازائن ۽ ولاز متعلق نٿا لکون ۽ نڪي سندن انهن زالن بابت لکون ٿا جيڪي ڏڳهين ڪارن کي هلائيندين گهمن پيون ۽ ڪين اسمگل ٿيل ساڙهيون پيل هونديون آهن. اسين سندن رهائشي ڪمرن، فيشن هائوسن، نائٽ ڪلبس ۽ سندن چلڪندڙ فرشن ۽ پرڏيهي سازن جي ڪئسيٽن بابت نٿا لکون. اسان سندن، عاليشان رهائش گاهن جي ڪنڊ پاسي رهندڙ نوڪرن بابت لکون ٿا. اسان ڪليل گٽر ۽ چوڌاري ڦهليل گند ۾ رهندڙ ماڻهن جا حال قلمبند ڪريون ٿا."

ڇهون ڦتڪو هوا کي چيريندو آيو.

"اسان دولتمند ۽ وڏيرن جي اخلاقي ڪردار بابت لکندا آهيون ته ڪيئن نه هو غريب جي نياڻيءَ جي لڄ لٽيندا آهن ڇو ته هو بکايل ۽ ڪمزور آهي. اسان تي فحاشي جو الزام هوندو آهي ڇاڪاڻ ته اسان سچ لکون ٿا. اسان مالدارن، زور آورن جي ٻچاڙڙي رويي کي ظاهر ڪريون ٿا ۽ سندن ڏني وائني ڪوڙ کي وائڪو ڪريون ٿا. اسان سچ لکڻ ۽ ڳالهائڻ کان ڏڄون نٿا."

ستون ڦتڪو لڳو.

"اسان عظيم ليکڪ سعادت حسين منٽوءَ جا پوءِ لڳ به آهيون، جنهن لکيو هو ته جيڪڏهن ڪو پنهنجي زماني کان بي خبر آهي ته ڪيس منهنجيون ڪهاڻيون پڙهڻ کپن. جيڪڏهن اوهان کان اهي ڪهاڻيون برداشت نه ٿي سگهن ته ان جو مطلب آهي اسين ناقابل برداشت زماني ۾ رهون ٿا." منهنجي لکڻيءَ ۾ ڪا بدي ناهي. جيڪا بدي مون ڏانهن منسوب ڪئي ويئي آهي سا منهنجي سماج جي آهي. مان ڪو ڇرڪائيندڙ ناهيان. مان پڙهندڙ جا جذبا ڇيڙڻ نٿو چاهيان. مان پنهنجي تهذيب ۽ سماج کي ڪيئن وائڪو ڪري سگهان ٿو. جيڪو پنهنجو پاڻ سچو اگهاڙو آهي."

انون ڦتڪو به لڳو.

"چار سئو سال قبل مسيح جي وقت هڪ بت ناهيندڙ جي پٽ تي اهي الزام هنيا ويا ته هن ائٿينس جي جوانن جو اخلاق تباهه ڪيو آهي. معزز ماڻهن جي اسيمبلي ڪيس 280 ووٽن سان، ڏوهي قرار ڏينديءَ. موت جي سزا ڏني هئي. هن کي زهر جو پيالو ڏنو ويو هو ته جيئن هو ٻي پنهنجو انت آڻي. پر اڄ دنيا الزام هڻندڙن کي نٿي سڃاڻي پر انهيءَ کي سڃاڻي ٿي جنهن زهر

جو پيالو پيتو هو.“

نائون ڦٽڪو.

”گئليلو تي پادرين الزام هنيا. مقدمو هلائي ڪيس سزا ڏني وئي. هن جي پيرسنيءَ جي باوجود هو حياتيءَ جا آخري ڏهہ سال اڪيلائيءَ واري قيد ۾ رهيو. پر هن جو اعلان نيث. موت کان پوءِ بحال ٿيو.“

ڏهون ڦٽڪو:

”اها حقيقت آهي تہ ڪڏهن ڪو مفڪر سماج جي اصولن سان ٽڪرائجي ٿو تہ اهو سماج ئي آهي جيڪو پنهنجين اوٽاين کي واڪو ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. سماج جيترو بہ بيمار هوندو اوتروئي ناقابل برداشت ٿي پوندو. سماج جا گهڻگهرا هر انهيءَ ماڻهو يا تحريڪ آڏو اچي بيهندا. جيڪي سندن ناهيل اصولن جي خلاف آهن. جڏهن حاڪم چڱا ۽ برداشت جوڳا فيصلا نتا ڪري سگهن تہ اوهان اهوئي سمجهو هاڻ هو حڪومت ڪرڻ جهڙا نہ رهيا آهن.“

يارهون ڦٽڪو لڳو.

”1860ع ۾. لارڊائڪٽن لکيو هو تہ اسپين ۾ ڪنهن غلطي ڪرڻ جو عام ماڻهن ۾ ايترو تہ خوف ڇانيل هو. جو ذهني طور تي بہ ڪا ڪرت ڪرڻ کان ڪيٻائيندا هئا. ادب ۽ علم. مذهب مٿان گهوري ڇڏيائون. ڇاڪاڻ تہ اِهو انديشو هو تہ مذهبي عقيدو. سائنسي علم ڪري پاسيرو ٿيڻ لڳي. انهيءَ ڪري سائنس کي ممنوع قرار ڏنو ويو هو ۽ عام حالتن جي نهراءُ ۽ جٽاءَ لاءِ هڪ سرشتو بنايو ويو. جنهن هيٺ مذهبي اداري چرچ کي. علم ادب منجهان پهچندڙ مدد کي روڪيو ويو. اسپين ۾ ڪيل تفتيش، نہ رڳو چرچ جي تباهہ ڪاري آندي پر ملڪ تي بہ سياسي آمريت مڙهي وئي جنهن ڪري عقل ۽ دانش جي وڌڻ ۽ ڦهلجڻ ۾ پڻ نهراءُ اچي ويو.“

ٻارهون ڦٽڪو.

”رادريگو مينرڪ پُٽ. اراسمين. انڪوئيزيٽر جنرل (Inquisitor General)، پنهنجي خطن ۾ 1533ع ۾. انسانيت جي پوءِ لڳ جان لوئي وائوز کي لکيو هو: اهو صاف ظاهر آهي تہ هت ڪوبہ شخص تهذيب جي ڳالهہ نتو ڪري سگهي ۽ مٿس ورغلائڻ يا ڪنهن بئي ڏوهہ يا يهودي هئڻ جا الزام لڳن ٿا. انهيءَ ڪري عالمن مٿان هڪ خاموشي مڙهيل آهي. ڪوبہ ماڻهو جي

علم ۽ عقل جو سهارو وٺڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ مٿس ڏهڪاءَ جي
تلوار لٽڪيل رهي ٿي.“
تيرهون ڦٽڪو.
”اِهو اُهو وقت آهي جڏهن ادب ۽ علم جا در بند آهن. قومن ۽
سماج جي ترقي روڪي ويئي آهي. اُن جو ردِعمل، مثبت عمل جي واڌ کي
روڪڻ جي برابر آهي. جيڪو بہ اُن اوندهہ کي هٽائڻ جي ڪوشش ڪري
ٿو اُن کي، الحاد، ڏوهہ ۽ فحاشي جا الزام هٽي اذيت ڏين ٿا.“
چوڏهون ڦٽڪو.
”اها ڏکائتي ڳالهہ آهي تہ اسان جي تخليقي ادب کي جاٽي واٽي
نِنديو ٿو وڃي جيڪو پشتو، بلوچي، سنڌي ۽ پنجابي ٻولين ۾ لکجي پيو.
جيڪي انهن ٻولين ۾ لکن ٿا تن کي ديش دروهي سڏيو ٿو وڃي ۽ سندن
لکٽيون ضبط ڪيون وڃن ٿيون. تنهن هوندي بہ اهي ئي ليکڪ آهن،
جيڪي عام ماڻهن سان تعلق رکن ٿا ۽ انهن بابت لکن ٿا.“
پندرهون ڦٽڪو.
”اڄ ڪنهن پنجابي ليکڪ کي نندڻ ايئن ئي آهي جڻ وارث شاهہ ۽
بلهي شاهہ کي نندڻ. اڄ ڪنهن سنڌي شاعر تي الزام هڻڻ ايئن ئي آهي جڻ
مستقبل جي شاهہ لطيف ڀٽائيءَ کي نندڻ، پشتو ۽ بلوچي ليکڪن جو مانُ
گهٽائڻ ايئن ئي آهي جڻ اوهان رحمان بابا ۽ جام دُرڪَ کي مان نہ ٿا ڏيو.“
سورهون ڦٽڪو.
”اهو اُنهي عام شهريءَ جي اصل تهذيب کي دٻائڻ آهي، جيڪو
حاڪمن جي ناهيل سرشتي مِنجهان خوش ناهي. پنجاب جي تاريخ ڏسو
جيڪا اسان کي برٽش حاڪمن کان ملي. پنجابي قوم کي تابعدار ۽
جهڪندڙ ڏيکاريو ويو آهي. جيڪا هر ٻاهرئين حملي ڪندڙ کي خوش آمديد
چئي ٿي ۽ جنهن جي پنهنجي ڪا سڃاڻپ ناهي. پر اڄوڪا پنجابي ليکڪ،
پنهنجن ماڻهن ۽ علائقي جي سڃاڻپ نئين سر ڪرائي رهيا آهن. اها سڃاڻپ
جيڪا علاقائي سرحد کان پار وڃي چڪي آهي ۽ جنهن کي حاڪم طبقو
ختم ڪرڻ چاهي ٿو، تنهن کي قائم رکڻ ضروري آهي.“
سترهون ڦٽڪو.
”اهو هڪ الميو آهي تہ جت برٽش حاڪمن ڇڏيو اُتان ئي انهن قوتن

اقتدار سنڀاليو، جيڪي ترقي ۽ تهذيب جي واداري جا دشمن آهن. اُنهن قوتن پنجاب جي عوام جي هيروز کي ڌڪاريو ۽ ننڌوليون ڪيون. انهن حاڪمن لاءِ دُلا ڀٽي ۽ احمد خان کرل جهڙا جوڌا، صرف ڌاڙيل، لٽيرا هئا. هر ڪا اصلوڪي ادبي لکت، ڪين ملڪ جي خلاف ۽ فحش لڳي ٿي.“

ارڙهون ڦٽڪو.

”جيڪڏهن اسين نوجوان ليکڪ جيڪي ڪجھ لکون ٿا، سو فحش ۽ خطرناڪ آهي ته پوءِ ٻيا جيڪي ڪجھ لکن ٿا ۽ فحش ۽ بي سواد لکن ٿا تن کي ڇو ٿا بخشو. اُن جو فقط هڪ سبب آهي جو اُهي ٻيا، مڪاني ٻولين ۾ نٿا لکن.“

اوڻيهون ڦٽڪو.

”اسان انهن تفتيش ڪندڙن کي رد ڪريون ٿا ۽ سندن انهيءَ اخلاقي اصولن کي به رد ڪريون ٿا جن سان اسان جي جانچ ڪن ٿا.“

ويهون ۽ آخري ڦٽڪو به لڳو.

جڏهن ”زيد“ کي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو هو ته هن ججن کي چيو هو ”مان انڪار ٿو ڪريان ته منهنجيون لکيتون فحش آهن.“ ڪورٽ ڪيس ٻڌو هو ته هو پنهنجي ڪا هڪ فحش نظم ٻڌائي. شنوائي ختم ٿي پر حڪومت جي همراهن کي خوف ۽ اضطراب اچي ويڙهيو. پوءِ ڪورٽ کي هدايتون پهتيون ته وڌيڪ ڪارروائي نه هلائي وڃي ۽ معاملي کي في الحال روڪيو وڃي. انهيءَ وچ ۾ وڌيڪ هدايتن موجب ”زيد“ تي اهڙو ڪيس مڙهيو ويو، جنهن مان جان ڇڏائڻ مشڪل ٿي پيس.

”زيد“ کي ڪوليو ويو ۽ هن اسٽريچر تي ڪٽائي وڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيو ته هو پاڻ هلي وڃڻ کي ترجيح ڏيندو. هن کي پنهنجي ڪال ڪوٺڙي ۾ واپس موڪليو ويو. هو اها رات سور ۽ اذيت ڪري سمهي نه سگهيو. انهيءَ رات طوفان پئي لڳو بجلي بند ٿي ويئي. قيدي واربرن کان پڇڻ لڳا ته روشني ڪڏهن ايندي. هو ڪين ڪجھ به نه ٻڌائي سگهيا ۽ چيائون توهان کي بجليءَ جي کهڙي ڳڻتي اچي ٿي آهي. ڇا بتي ٻاري پنهنجين مائٽن سان ڪارو منهن ڪندا.

”زيدَ“ پنهنجو هڪ پراڻو نظم دهرائڻ لڳو:

اسان تي الزام اجايا آهن
سڄو شهر اوندهه سان ڀريل آهي
ٿورڙو ترسو
پر آخر ڪيستائين؟
اسين چئي نٿا سگهون تہ
ڪٿ ٻاهر روشني رُڪجي ويئي آ
ڪير ڄاڻي ڪڏهن هت ايندي
يا ڪيترو عرصو لڳندو؟
پر اسين اهو ڄاڻڻ چاهيون ٿا
مهرباني ڪري ٻڌايو
اسان سان ڳالهايو
اسان انڌڪار ۾ ڊڄون ٿا
۽ نيٺ ڪيستائين
ايئن هيٺا ٻي ست رهنداسين؟

”زيدَ“ پنهنجي لڱن کي ڇـورڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سـور جي شدت ڪري هو ايئن نہ ڪري سگهيو. سڄي رات اونڌو ستو پيو هو. ٻجلي فجر مهل آئي. رت جا ننڍڙا ڊُبا فرش تي نظر آيا پئي. هن پرسان رکيل مٽ مان پاڻي پيئڻ جي ڪوشش ڪئي پر اهو بہ خالي هو. هو اٿي بيٺو ۽ در جي لوهي سيخن کي جهلي، انهن کي زبان سان ڇُهيو جيڪي ٿڌيون هيون. هُن کي ايئن لڳو جڻ اُڄ ختم ٿي ويئي.

My loss may shine yet goodlier than your gain when time and God give judgement.

- Swinburne

But I am constant as the northern star,
Of whose true fixed and resting quality
There is no fellow in the firmament.

- Shakespeare- *Julius Caesar.*

# 15

قيدي، ڪنڌ جهڪائي، هيٺ فرش تي آڱريون ڦيري رهيو هو ۽ ڪيس پنهنجي گهر بابت يادگيريون پئي آيون.

هو جنهن گهر ۾ رهندو هو سو ٽيهه سال پراڻو هو. اصل ۾ اهو هڪ وڏو گهر هو، جنهن ڪي وچ ۾ پٽ ڏيئي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو هو. پٽين جا چاپوڙا لٽل هئا ۽ دريون دروازا مرمت ٿيڻ جوڳا هئا. ڪمرا سڀ مٽيءَ ۽ دز سان ڀريل هئا.

جڏهن هو اچا ننڍو هو، هن اهو پڪو پهه ڪيو هو ته هڪ ڏينهن انهيءَ گهر کي سينگاريندو ۽ سنواريندو. ٻاهر گهر آڏو باغ اڻ ڪٽيل ۽ اڻ سنواريل ڇٻر سان ڀريل هو ۽ وڻ پڻ اجڙيل حالت ۾ هئا. ڀڪي ڀڪيئڙا ايندا هئا ۽ ويرانيءَ منجهه ٻوليون ٻولي اُڏري ويندا هئا. هُن گهر جي سامهون ڏاڪن تي ويهي پاڻ سان انجام ڪيو هو ته رڳو وڏو ٿيان ته هن گهر ۽ باغ کي ناهيندس ۽ سهڻو بنائيندس. سڄي گهر کي رنگ روغن لڳرائي ۽ مُهڙ کي به شاناٺتو بنائيندس. هن سوچيو هو ته گل ۽ ٻوٽا لڳرائي ۽ ڇٻر کي ڪترائي، باغ کي هڪ غاليچي مثل بنائيندس. هن اهو به پهه ڪيو ته در دريون مرمت ڪرائيندو ته جيئن هوا سان گهٽين ۽ رستن جي غلاظت اندر نه اچي. هُو انهيءَ ڏينهن جي اوسيئڙي ۾ رهندو هو، جڏهن پاڻ سان ڪيل انجام پاڙي سگهي.

ڪيترن ورهين کان پوءِ هن پنهنجو وعدو پورو ڪيو. هن سڄو ڪم پنهنجي هٿن سان ڪيو. هن درين تي رنگ روغن ڪيو. پٽيون ڇٽيون ۽ ٻاهران سڄي عمارت کي شاناٺتو بنايو. هن نئين ڇت به وجهرائي ۽ گهر کي چوڏيواري پڻ ڏياري ته جيئن ڪو شاهينگ رات جي مهل ڪاٺ نه هٽي. اِنهيءَ هوندي به هن جا دشمن گهڻا ٿي پيا. سندس پاڙيسري سڙندا هئا ۽ کيس اهو خوف به هو ته جنهن مهل ڪين موقعو مليو، هن کي گهر مان تڙي ٻاهر ڪڍي

ڇڏيندا ۽ گھر تي قبضو ڪري ويهي رهندا. پاڙي ۾ هڪ چوڪيدار هو جيڪو رات جو، پنهنجي وردي ۾ شان منجهان بندوق ڪلهي پهرو ڏيندو هو. هُن ئي چوڪيدار کي هڪ نئين بندوق خريد ڪري ڏني هئي.

پر پاڙيسرين، جيڪي هن کان به قيمتي گهرن ۾ رهندا هئا، هن کي نه سنو ۽ سندن مرضي هئي ته هُو اڳ وانگر رهي. هُن جي پاڙيسرين کي اهو به پسند نه هو ته ڪو هُو منهن مٿي ڪري هلي. هُو چاهيندا هئا ته سندن مقابلي ۾ پيا ڪنڌ جهڪائي نماڻا ٿي هلن. آخر هنن چوڪيدار کي سڏايو ۽ ساڻس هڪ معاهدو ڪيو. هُو پاڻ چوڪيدار جي معاملي ۾ غافل رهيو ۽ منجهس پورو ويساهه هئس. پهريون ڇناءُ ڪيس اُن وقت ٿيو، جڏهن سندس پاڙيسري گهٽيءَ ۾ نڪري آيا ۽ اجايو گوڙ ڪري سندس گهر جون دريون پيجي وڌائون. چوڪيدار ڪجهه نه ڪيو ۽ صرف ڏيکاءُ خاطر مٿن بندوق لهرائي ۽ بيو وڌيڪ ڪري به ڇا ها، هُو ته پاڻ انهيءَ سازش جو حصو هو.

هڪ رات، چوڪيدار گهر ۾ گهڙي پيو ۽ هُن تي بندوق تاڻي چيائين ته هاڻ گهر جو مالڪ هو پاڻ آهي. پاڙيسري خوش ٿيا، جن مان ڪيترا ملان ۽ مولوي هئا ۽ نمازون روزن جا پابند هئا پر اهي سڀ پنهنجن گهرن کان نڪري ٻاهر آيا ۽ چوڪيدار کي مبارڪون ڏيڻ لڳا. هن پٽ ڪيرائي ڇڏي ۽ گهر مالڪ کي نظربند ڪيو ويو.

قيديءَ چوڌاري ڏٺو ۽ پاڻ کي چيائين ته ڇا ٿي پيو جو مون کي گهر مان ڪڍي هٽ بند ڪيو اٿن پر اُهي رهواسي جيڪي انهي گهر ۾ رهن ٿا ۽ جن کان مون کي ڏار ڪيو ويو آهي، سي منهنجا ماڻهو اڃا به ات رهن ٿا.

هن ڪوشش ڪئي ته لوهي سيخن ذريعي مٿي چڙهي ۽ پوءِ چوديواري کان ٻاهر ڏسي سگهي جت ٻنين جا ساوا ٻنا ۽ ڏڻ هئا، پر هاري ستا پيا هئا. هو ڪين چوڻ لڳو، "منهنجا يائرو، جاڳو توهان کي خبر ناهي ته اوهان جا دشمن اچي پهتا آهن. جيئن چور رات جي اونده ۾ اچي ڏڻ مان چوري ڪندا آهن. جاڳو يائرو. نئين ڏينهن جو سج ايرڻ وارو آهي. پنهنجين زندگين ۾ هڪ نئون باب اچي رهيو آهي جڏهن آڌي رات جو نڪاءُ ٿيندو.

جيل جي گهڙيال ٻارهن نڪاءُ هنيا.

All my life and my strength were given to the first cause of the world - the liberation of mankind.

- Lenin

# 16

مُلڪ جي هِن ڏورانهين حصي منجهہ، هزارين ماڻهو، ڪنڌ ڪڙچ مان اچي مڙيا هئا. هُو سڀ هاري ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ آيا هئا. ”زيڊ“ اڳ ئي هت چئن ڏينهن کان موجود هو. ڳوناٽن، هارين ۽ ڪارڪنن ۾ تاءُ ڦهليل هو. سندن ذهنن منجهہ سيڪ هو. هنن اهو اعلان ڪيو تہ هاڻ هو پنهنجن حقن لاءِ نہ عرض ڪندا ۽ نہ ڪي پننداپر جيڪي بہ سندن حق آهن سي مڙسا مڙسي ڦري وٺندا ۽ جيڪو بہ سندن حقي گهرجن جي آڏو آيو تنهن کي ساڙي ٻاري رک ڪري ڇڏيندا. هو چئي رهيا هئا تہ حڪومت جي ڊلي ۽ ٿاڻ واري پاليسي کين منظور ناهي- ۽ اهڙيءَ ريت گهڻو عرصو گذري چڪو آهي. حقيقت ۾، هيستائين هر حڪومت جي پاليسي، زميندارن ۽ جاگيردارن جي مفادن لاءِ ئي هئي ۽ ورڪرس جي مفاد جي خلاف رهي آهي. اهو بہ اعلان ڪيو ويو تہ جهڙي ريت پيشہ ور رهنما ۽ اڳواڻ سياست ڪن ٿا اُها اصل ۾ ڪارڪنن ۽ ٻي زمين ڳوناٽن جي حقن جي خلاف آهي ۽ وقت اچي ويو آهي تہ اهڙي سياست ۽ رهنمائي کي بدليو وڃي. عوام کي اٿڻ کپي ۽ جيڪي کانئن ڦريو ويو آهي سو واپس وٺڻ کپي.

”زيڊ“ کي چيو ويو تہ هُو ڪانفرنس کي خطاب ڪري. هُن ڳوناٽن کي ٻڌايو، ”اٰءٌ ميان تو تہ جهڙي ريت سياست جون بازيون اسان جي ملڪ ۾ کيڏيون وڃن ٿيون سي هارين ۽ ڳوناٽن کي سخت نقصان رسائين ٿيون ۽ فقط هڪ چونڊيل وڏن ماڻهن جي ڪلاس جي مفاد جي خاطر آهن. اڄ اسين هتي انهيءَ ڪري گڏ ٿيا آهيون تہ اهو اعلان ڪريون تہ اسان نہ رڳو ڳوناٽن جي حقن جي لاءِ وڙهنداسين پر هر پيڙهيل مرد توڙي عورت جي خوشحالي لاءِ پاڻ پتوڙينداسين ۽ جت بہ پيڙهيل ۽ زندگيءَ جي جائز ۽ حقي ضرورتن کان وانجهيل ماڻهو هوندا تن لاءِ اسان جاڪوڙ ڪنداسين. اسين شاگردن لاءِ

ڳالهايون ٿا. اسين پورهيتن ۽ ڪارڪنن لاءِ ڳالهايون ٿا. اسين انقلابي دانشورن لاءِ به آواز بلند ڪريون ٿا. اسان جاگيردارن جي سياست کي ننديون ٿا. اسان شاهد آهيون ته انهن وڏن ماڻهن ۽ جاگيردارن عام ماڻهن سان ڪهڙا ويل وهايا آهن. هڪڙا وڏا ماڻهو حڪومت ۾ اچن ٿا ۽ ٻيا وڏا ماڻهو مخالف ڌر بڻجن ٿا. اها سڀ سندن ڪيڏ آهي ۽ هو سڀ پاڻ ۾ پنهنجن مفادن خاطر هڪ آهن ۽ هڪ ٻئي جي فائدن لاءِ ڪم ڪن ٿا. سندن سياسي راند ۾ عوام لاءِ ڪجهه به ناهي. هو رڳو سازشن ۾ ويساهه رکن ٿا. اسين ڪين پنهنجو نتا سمجهون، هو استحصال ڪندڙ آهن.

"اسان پڪو پهه ڪري چڪا آهيون ته عوام جي حاڪميت کي قائم ڪبو. اسان جاگيردارن، سرمائيدارن ۽ نوڪرشاهيءَ جي نمائندن کي اها اجازت هرگز نه ڏينداسين ته هُو اسانجين صفن ۾ ڏقير پکيڙڻ جي ڪوشش ڪن. اڄ سموري ملڪ منجهه، وڏن شهرن کان وٺي ننڍڙين وستين تائين، عوام جا نعرا بلند ٿي رهيا آهن. هڪ نئين سجاڳي ڪر ڪٽي پئي. وقت اچي ويو آهي جڏهن اسان جي گڏيل ۽ متحد طاقت سان موجوده استحصالي نظام ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو. اسان جي مخالفن پاڻ ۾ اتحاد ڪيو آهي ۽ اسان کي خبردار ٿيڻ کپي."

پوءِ "زيد" ماڻهن جي ميڙ آڏو هڪ نظم پڙهيو:

اڄ ڪوبه ننڊ منجهه غافل نه ٿيندو
منهنجا دوستو ٻڌو
اڄ به اسان جا دشمن وار ڪندا
پهري تي سڀ جاڳندا رهو
منهنجا هم وطنو، باندي انسانو
پره جاڻ ڦٽڻ واري آ
ڏاڍ ۽ ڏمر جي ديوار ۾ ڏار پئجي ويا آهن
سڀ اڳتي وڌو
۽ ڏمر جي ديوار کي
ڏک هڪڙي سان ڊاهي وجهو...

"زيد" پوءِ ماڻهن جي اڳيان هڪ تجزيو پيش ڪيو ته ڪيئن عوام

دشمن عناصر پنهنجن مفادن خاطر هڪ ٿي ويا آهن ته جيئن تبديليءَ خاطر هلندڙ تحريڪ جي خلاف ڪم ڪن. هن ملڪ جي استحصال ڪندڙ ٽمورتي يعني جاگيردارن، سرمايه دارن ۽ آفيسرن کي چتاءُ ڏنو ته هُو پنهنجيون سازشون بند ڪن. اهڙين انقلابي ۽ جذباتي تقريرن سان ڪانفرنس ۾ نهايت جوش ۽ ولولو نظر آيو پئي. ڪارڪنن ۽ ڳوناڻن نهايت جذباتي ۽ باهه جهڙيون تقريرون ڪيون ۽ اعلان ڪيائون ته ڏمر جي ڏکهي رات ختم ٿيڻ واري آهي ۽ اميدن جو نئون سج نڪرڻ وارو آهي ۽ صبح جي روشني رات جي اونده کي ختم ڪري ڇڏيندي.

ڪانفرنس جي آخري رات، وچ ميدان ۾ هڪ وڏو مچ ٻاريو ويو ۽ ڪانفرنس جا سڀ شريڪ ۽ وفد انهي مچ جي چوڌاري اچي گڏ ٿيا. هڪ بزرگ ڳوٺاڻو جنهن ملڪ ۾ هارين جي تحريڪ جو بنياد وڌو هو، سو اڳيان وڌيو ۽ هڪ ٻريل ڦوڙاٽي "زيد" کي ڏني جنهن مشعل ٻاري ۽ هٿ ڏگهو ڪري مٿي ڪيو ته سڄي پڙ منجهه روشني ڦهلجي ويئي. هن عوام جا نعرا ٻڌا ۽ دهلن تي نغما ۽ جهمرون نظر اچڻ لڳيون. پڙ جي هڪ پاسي وينلن عورتن اوچتو گڏجي ڳائڻ شروع ڪيو ۽ پوءِ سڀ انهيءَ ڳائڻ ۾ شريڪ ٿي ويا.

هيءَ پياري ڌرتي
سدا سرسبز رهي
هيءُ ملڪ سدا آباد رهي
آباد رهي آباد رهي.

ٻئي ڏينهن "زيد" ۽ سندس ساٿي واپس موٽيا ۽ هو سڀ ڪانفرنس جي ڪاميابيءَ تي تمام خوش هئا.

"زيد" کان اخبار نويس لاڳيتو انٽرويو وٺندا رهيا. پر ساڄي ڌر جي پريس مٿس چوهه چنبڙ ۾ دير نه ڪئي. کيس دهشتگرد، وڳوڙي ۽ غير ملڪي ايجنٽ جا لقب ڏنائون ۽ حڪومت کي "زيد" خلاف قدم کڻڻ جي ٻه گهُر ڪيائون. ٻين عوامي مقصد وارين اخبارن، سامهون وارن صفحن تي کيس جاءِ ڏني. هڪ تصوير ۾ "زيد" پنهنجا ٻئي هٿ مٿي ڪريو عوام جي نعرن جو جواب ڏيئي رهيو ۽ اهو انداز ڪارڪنن لاءِ جدوجهد جو نشان

بنجي ويو.

ٻئي ڏينهن، حڪومت جو هڪ اهم ماڻهو "زيد" سان ملڻ آيو ۽ ڪلاڪ ڪن ساڻس گڏ رهيو. "زيد" کي تاڪيد ڪئي ويئي ته هو انهيءَ تحريڪ کان پاسو ڪري جيڪا عوام منجهه پنهنجيون پاڙيون پختيون ڪري چڪي هئي ۽ ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي ويئي. هن کي انهيءَ جي بدلي نهايت اعليٰ آڇون به پيش ڪيون ويون پر جڏهن ڪابه لالچ هُن کي پنهنجي مقصد کان هٽائي نه سگهي ته ڪيس ڌمڪي ڏني ويئي. اُنهيءَ اهم ماڻهوءَ پنهنجي عينڪ جا شيشا صاف ڪندي "زيد" کي چيو، "جي تو پنهنجا رستا ۽ افعال نه بدليا ته پوءِ تون هڪ نهايت پوائتي مثال وانگر بنجي ويندين."

"زيد" انهيءَ اهم ماڻهو کي پنهنجي گهر منجهان تڙي ڪڍي ڇڏيو.

ٻن ڏينهن کان پوءِ، حڪومت "زيد" جي سيني ڪتابن کي ضبط ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا. "زيد" جڏهن اهو اعلان ٻڌو ته ٺهڪ ڏيڻ لڳو ۽ چيائين: "انهيءَ کان وڌي فحش ڳالهه ڪهڙي ٿي سگهي ٿي جو حڪومت منهنجن ڪتابن کي ضبط ڪيو آهي."

"زيد" جي دوستن پاڻ ۾ گڏجاڻيون ڪيون ۽ بيان ڪڍي حڪومت جي قدم کي ننديو ۽ ٻي ڌر وارن انهيءَ ضبطي واري بيان جي ساراهه ڪئي ۽ وڌيڪ چيو ته "زيد" نه رڳو ملڪ دشمن آهي پر اسلام جو به دشمن آهي.

پر قدم اڳ ۾ کڄڻ شروع ٿي چڪا هئا ته جيئن "زيد" کي هڪ پوائتي مثال وانگر پيش ڪيو وڃي. "زيد" کي سوڊاني شاعر عبدالرحمان جو هڪ نظم ياد اچڻ لڳو هو جيڪو اسپين جي شاعر ۽ ڊرامي نگار لورڪا بابت هو.

**منهنجا پيارا لورڪا**
**تو هڪ پيري چيو هو**
**پنهنجيون اکيون کول ۽ خواب ڇڏ**
**مون کي معاف ڪر منهنجا عظيم شاعر**
**ڌرتي ڌڏي پئي**
**جيئن تنهنجو رت غرناطه ۾،**

سازن جا آواز
نوحن ۾ بدلجي پيا آهن
تو آزاديءَ ۽ موت بابت لکيو آ
تو چيو آزادي هڪ بي پناهه خوشي آ
۽ موت- ننڊ وانگر آ
بنا آواز ۽ ڪوهيڙي کان سواءِ.

جولاءِ جي مهيني ۾ گرفتاريون شروع ٿي ويون. گهربل ماڻهن کي سندن گهران، پوليس کڻڻ لڳي. ڪنهن مهل ڏينهن جو ته ڪنهن مهل رات جي پوئين پهر. عوامي جلسا، جلوس ۽ گڏجاڻين تي پابندي پئجي ويئي. خاص عدالتون قائم ڪيو ويون ته جيئن ترت ”انصاف“ ٿئي ۽ سو به ڦٽڪن ۽ ڦاهين جي صورت ۾.

شهر جي هڪ حصي ۾، مزدورن هڪ ڪارخاني تي قبضو ڄمائي، مالڪن ۽ انتظاميه کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. مزدورن جا پنهنجا مطالبا هئا ۽ اهو قبضو چار ڏينهن قائم رهيو. پنجين ڏينهن، حڪومت پوليس کي قدم کڻڻ جو حڪم ڏنو. پوليس جي انڌا ڌنڌ فائرنگ ۾ پندرهن مزور مري ويا. شهر ۾ زبردست ڇڪتاڻ هئي. عام ماڻهن کي پوليس جي خلاف سخت ڪاوڙ هئي. اهڙين حالتن جي ڪري، ”زيڊ“ ۽ سندس ساٿي لڪي ويا. پوليس گهڻائي ڇاپا هنيا پر ڪنهن هنڌ به هو ڪامياب نه ويا. گرفتار مزورن کي نهايت وڏا عذاب ڏنا ويا ته جيئن هو ”زيڊ“ ۽ سندس ساٿين بابت ڪا معلومات ڏين. پر ڪنهن به انهيءَ باري ۾ نه ڳالهايو.

عام ماڻهن ۾ ڳجهيءَ طرح پوسٽر ۽ ڪتابڙيون ورهائجڻ لڳيون ته جيئن ڪين تحريڪ بابت معلومات هجي. ”زيڊ“ هڪ زبردست پمفليٽ لکيو هو جنهن ۾ هن ڏمر ۽ ڏهڪاءُ جي سياست کي ننديو هو. انهيءَ پمفليٽ جي شروعات ۾ لاطيني آمريڪا جي ملڪ چليءَ جي شاعر پئبلونرودا جو هڪ نظم ڏنل هو:

اي ميڊرڊ، منهنجا شهر
تون پنهنجي عظمت سان
اڪيلو ۽ وياڪل آهين.
جولاءِ جي مهيني ۾ سوگهو ٿيل آهين
تنهنجيون خوشيون ۽ سرهاڻ
ونديل ۽ آزاربل آهن.
تنهنجيون گهٽيون تنهنجن خوابن وانگر
روشن روشن هيون
پر تون هاڻ اُجهامندو وڃين
تو ۾ خونخوار جنرل آهن
ڪارين وردين منجهه لڪل ڪاوڙ آهه
طوفاني وهڪرن جي گدلاڻ
گپ ۽ چِڪ سان ڀريل آهين
وات مانَ نڪتل گج
پر....
جڏهن تنهنجي ٻرندڙ ترار
آمر فوج مٿان ڪڙڪندي
۽ بي- وېساهه چَرچ مٿان هلندي
تہ پوءِ چؤڌس هڪ خاموشي ڦهلبي.
ٻُڌ منهنجا شهر
صبح جي هير منجهه
اڇا جهندا لهرائين پيا
تنهنجن چپن تي رت جميل آهي
پوءِ بہ تون مرڪين پيو
اي منهنجا شهر!

”زيد“ لکيو هو: ”چاڪاڻ تہ عوام عارضي طور تي خاموش آهن انهيءَ ڪري حڪومت سمجهي ٿي تہ عوام شڪست کائي چڪو آهي ۽ حڪومت جو اختيار قائم ٿي چڪو آهي. پر سچ ان جي ابتڙ آهي. ماٺهو بک

۽ خوف منجهه وڪوڙجي چڪا آهن. سندن آزاديون سلب ٿي چڪيون آهن ۽ نهايت ڏڪائتا آهن. پر ڏاڍ ۽ ڏمر جي بادشاهن کي خبر ناهي ته ماڻهو انهيءَ وقت جي انتظار ۾ آهن جڏهن هو سنگهرن ۽ زنجيرن کي ٽوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري غلاميءَ جو طوق لاهي، آزاديءَ جو اعلان ڪندا."

حڪومت جي ڪامورن ۽ جاسوس ادارن جي باوجود، "زيد" جا لکيل پمفليٽ ۽ نظم ماڻهن تائين برابر پهچي رهيا هئا. اهڙي ئي هڪ پيغام ۾ "زيد" مصر جي شاعر ناظم حڪمت جو هڪ نظم شامل ڪيو، جو هو سمجهي رهيو ته اهو نظم سندس مقصد کي وڌيڪ واضح ڪندو:

تنهنجا هٿ پٿر جهڙا مضبوط آهن
قيدين جي راڳ وانگر اداس آهن
تنهنجا هٿ کُهرا آهن
جڻ پورهيت وهٽن جا سَنڌَ.
جڻ ڏمريل منهن بکايل ٻارن جا
تنهنجا هٿ....
ماکيءَ جي مکين وانگر آهن
ڪمائتا ۽ مقصد سان جنبيل
اينترا پرپور آهن
جڻ جوان جماڻ پريل اُرهَ
قدرت وانگر بي ڊپا!
تنهنجا هٿ
سندن کُهراڻ
جڻ وربل آهي پيار مٿان
۽ پيار جو وهي پيو رڳن اندر.
هيءَ ڌرتيءَ اسان جي
ڏاندن جي سڱن تي بيٺل ناهي پر
تنهنجن هٿن جي آڌار تي قائم آهي.
اي منهنجا هم وطنو
هُو اوهان کي پنهنجن بچيل ٽڪرن تي پالين ٿا.

جڏهن توهين بک ۾ پاهه ٿيو ٿا
جڏهن توهان کي مانيءَ ڳپو ڪپي ٿو
ته هو پنهنجين ميزن تان
ڪجهه ڪٽي اوهان کي ڏين ٿا
جيڪي ڪين نٿو ڪپي.
تون هن دنيا منجهان
پنهنجو حصو ڪٽي وٺ
جيڪو وٽن وانگر سائو هجي.
اي منهنجا هم- وطنو
۽ ايشيا آفريڪا جا رهواسيو
اوڀر ۾ ائٽلانٽڪ تائين رهندڙو
اوهان ڌرتيءَ جي واسين جا
ستر في سيڪڙو آهيو
اوهان پنهنجن هٿن وانگر
پوڙها ۽ ٿڪل لڳو ٿا
ايئن ئي جيئن اوهان جا هٿ آهن.
منهنجا دوستو
جي ريڊيو ٽي وي تي ڪوڙ آهي
جي ديوارن جا پوسٽر
اخبارن جا اشتهار
سڀ ڪوڙ آهن
جي سئنيما جي پردي تي
ڇوڪرين جون اگهاڙيون ٽنگون به ڪوڙ آهن
جي عبادت ۽ خواب به سچا ناهن
جي لوليون به اجايون آهن
جي ميڪدن ۾ راڳيندڙ به اجايا آهن
چاندوڪي رات به ڪوڙ ڳالهائي
جي سموري دنيا ئي ڪوڙ ڳالهائي
ته اُهي جيڪي تنهنجي پورهئي تي جيئرا آهن

سي چاهين ٿا تہ
تنهنجا هٿ ڏرتيءَ وانگر اوَرچ هجن
اوندھ وانگر بي نور هجن
۽ ڏراڙ جي ڪتي وانگر پڇ لٽڪائو هجن.
هو چاهين ٿا تہ
تون بغاوت ڪري نہ سگهين
شاهوڪارن ۽ ڏاڍن خلاف
جيڪي سڄي جهان تي حڪم هلائين ٿا
۽ جت تون هڪ مهمان وانگر رهين پيو.

هڪ ڏينهن، پنهنجن جي ئي اطلاع تي، "زيد" جي ڪجھ ساٿين کي پوليس گرفتار ڪري ويئي. تحريڪ ۾ ڪي اهڙا عنصر بہ ٿيندا آهن جيڪي پاڻ کي انقلابي سڏرائيندا آهن پر حقيقت ۾ اهي حڪومت جا ڇاڙتا هوندا آهن. جن کي گرفتار ڪيو ويو تن کي خاص پڇا ڳاڇا لاءِ تفتيشي مرڪزن تي وٺي ويا ۽ کين جانورن وانگر زنجيرن ۾ سوگهو ڪري برف جي نادين مٿان سمهاريو ويو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ گذري ويا پر هنن اکر بہ نہ ڳالهايو ۽ کين اهو بہ آڇيو ويو تہ هو معافي گهري پنهنجي جان آزاد ڪرائين تہ هو ٻيهر اهڙين سرگرمين ۾ حصو نہ وٺندا. سندن جواب هو تہ انقلاب زنده آباد! اهڙائي انسان هوندا آهن جيڪي تاريخ جي سنهري صفحن کي جنم ڏيندا آهن.

"زيد" بہ پنهنجو هنڌ بدلايو ۽ هڪ ٻي جاءِ تي وڃي لڪو. سندس ٻيو پمفليٽ بہ ماڻهن جي هٿن ۾ پهتو هو جنهن ۾ هن فلسطين جي شاعر توفيق زياد جو هڪ نظم بہ شامل ڪيو هو:

زيتون جي وڻ جي ٿُڙ تي
مون اهي سڀ نالا لکيا
جن قيد خانن منجھ رهيو هوس.
اُهيَ قيد خانا
جن منهنجي زندگي بدلي ڇڏي
مون انهن هٿڪڙين جا نالا بہ لکيا

جيڪي مون گهوٽ جي لباس جا حصا هئا
انهن فائلن جا ٻه تفصيل لکيم
جيڪي منهنجي خلاف ناهيا ويا.
۽ اهي ذلتون ٻه شمار ڪيم
جيڪي منهنجي لاءِ گڏ ڪيون ويون
ٻيو ٻه سڀ ڪجهه
مون لکيو
انهيءَ زينتون جي وڻ جي ٿُڙَ تي.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ "زيدَ" گرفتار ٿي ويو. مٿس الزام هو هڪ قتل جي سازش ۾ شريڪ ٿيڻ جو!
حالتون هڪ نئين موڙ تي پهچي ويون هيون.

Their Skulls are made of lead
That is why they cannot weep

- Gracia Lorca - *Ballad of the Spanish Civil Guard.*

# 17

قيدين جا حال بہ عجيب هوندا آهن. ساعت ۾ اميدن جي اونچائين تي هوندا آهن تہ اک چنبي ۾ مايوسين جي گهرائين ۾ قاتل هوندا آهن. جي جيل ۾ بجلي وجي هلي تہ ڏاڍا ڏکوئيل نظر ايندا آهن پر جي بجلي اچي وڃي تہ خوشيءَ وچان ٻارن وانگر نچندا بہ آهن. ماحول ۾ ٿورڙي تبديلي بہ کين خوش ڪري ڇڏيندي آهي. آسمان تي ڦهلجي ويل ڪڪر، گرمي منجهہ ٿڌي هوا هلڻ، وڻن تي گل ٽڙڻ، يا گڏجي ماني کائڻ يا هفتيوار انسپيڪشن جي خاتمي ڪري- هو خوش ٿيندا آهن. اُن وقت هو پاڻ کي آزاد محسوس ڪندا آهن ۽ جيل جون اونچيون ۽ مضبوط ديوارون بہ کين وسري وينديون آهن. سندن اهڙيون خوشيون عارضي هونديون آهن.

اُهي قيدي جيڪي ڊگهيون سزائون ڪاٽي رهيا هوندا آهن، سي ماڪ پيل ڇٻر تي اگهاڙين پيرين هلندا آهن ۽ ايئن هر روز صبح جو ڪندا آهن ۽ کين آزاديءَ جو احساس ٿيندو آهي ۽ پاڻ کي قدرت جي خلقيل ڪائنات سان گڏ محسوس ڪندا آهن.

”زيد“ بہ روز صبح جو ايئن پسار ڪندو هو. آخر ڪيس سزا جي ڪوليءَ ڏانهن موڪليو ويو. پنهنجي روز جي عادت موجب، ”زيد“ پسار ڪان پوءِ هيٺ ڇٻر تي ويهي، آلن پيرن جي ترين تي چنبڙيل گاهہ جي سلن کي هڪ ٻئي پٺيان لاهي، هيٺ زمين تي رکندو هو ۽ پوءِ اهي سلا ڇٻر جي اهڙن هنڌن تي مٽيءَ ۾ هڻندو هو جت ساوڪ گهٽ هوندي هئي. ڏسڻ ۾ اها ڪا خاص ڳالهہ نہ هئي پر اهڙي ۽ ٻين قيدين جون اهڙيون ئي عادتون عجيب لڳنديون هيون ۽ چڱيون بہ لڳنديون هيون.

هڪ ڏينهن جيل جي هڪ ڪنڊ ۾، ”زيد“ هڪ گلاب جو پوٽو ڏٺو ۽ اُن ۾ هڪ گلاب جو گل بہ ٽڙيل هو. هن اهو گل چنيو ۽ هڪ ورتل پڳل

گلاس ۾ پاڻي وجهي ان گل کي ايئن سجائي رکيو ڄڻ ڪو اهو نهايت سنو گلدستو هجي. هن پوءِ اهو گلاس کنيو ۽ پنهنجي ڪوٺڙي ڏانهن ويو ۽ گلاس کي در جي لوهي سيخن جي وچ ۾ ايئن رکيو جو گلاب جي گل وارو پاسو ڪوٺڙي جي ٻاهر آزاد فضا ۾ هجي. ڪجهه ڏينهن ۾ اهو گل ڪومائجڻ لڳو ۽ آهستي آهستي سڀ پن ڇڻي ويا. "زيد" گلاس کنيو، گل جون سڪل ڏانڊيون ڪڍي ڦٽي ڪيون ۽ پاڻي پي ويو. ايئن کيس محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ گلاب جي سرهاڻ سندس سڄي جسم ۾ ڦهلجي ويئي آهي.

"سزا واري ڪوليءَ" ۾ "زيد" سان گڏ ٻيا بہ ساٿاري هئا. جيڪي نشي جا عادي هئا. ڪين اهڙيون نشيدار شيون آساني سان ملي وينديون هيون جيڪڏهن هو انهن جي صحيح قيمت ڏيئي سگهيا ٿي. انهن مان هڪ ڄڻي "زيد" کي ٻڌايو تہ اهوئي طريقو آهي جو ماڻهو بيزاري ۽ عذابن کي منهن ڏيئي سگهي ٿو. هڪ عمر-قيد واري همراهہ، چرس سان ڀريل سگريٽ جو زور سان سوٽو ڀريو ۽ چوڻ لڳو: "اڄ آءٌ شهر ۾ هوس. پنهنجن مائٽن ۽ دوستن سان مليس." ڪڏهن ڪڏهن هو عجيب هوائي جهاز جي انجڻ جهڙا آواز ڪڍندو هو. پوءِ هو ڊوڙندو بہ هو. گهڻا دفعا تہ هن ڪوشش ڪئي تہ جيل جي ڀت ٽپي وڃي پر هر دفعي جيل جا پهريدار کيس پڪڙي ايندا هئا ۽ ناهوڪي مار ڪڍي کيس بند ڪري ڇڏيندا هئا. هن اڃا صرف چار سال سزا ڪاٽي هئي ۽ کيس وڌيڪ ايڪيهہ سال سزا ڀوڳڻي هئي.

انهن سزا وارين ڪولين ۾ ڪيترائي اهڙا قيدي هئا جيڪي "زيد" واري پراڻي بيرڪ ۾ بہ ساڻس گڏ هئا. انهن قيدين کي اڪثر صبح جو واردن مار ڏيندا هئا. سندن رڙين ۽ رنين جا آواز "زيد" جي ڪنن تي پوندا هئا ۽ گهڻن کي هو سڃاڻيندو بہ هو.

"خدا جي واسطي مون کي وڌيڪ نہ ماريو!"

"الله ۽ الله جي رسول جي صدقي مون کي بخش ڪريو!"

"الله جو نالو اٿوَ مون کي معافي ڏيو!"

جيل جي واردن ۽ ٻئي اسٽاف آڏو اهي رڙيون ۽ ايلاز ڪا حيثيت نہ رکندا هئا. هو اهڙين رڙين جا هريل هئا ڪين خبر هئي تہ جڏهن بہ ڏنڊو گهمائبو آهي تہ اهي قيدي الله ۽ رسول ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن کي واجهائي نہ سگهندا آهن.

”زيد“ محسوس ڪيو هو تہ جيل ۾ گھڻو ڪري قيدي نماز جا پابند ٿي ويندا آهن. گھڻن جي سيرانديءَ کان قرآن شريف رکيل هوندو هو. عام طور تي قيدين جي چپن تي ”الله معاف ڪندو.“ ”الله وڏو آهي.“ ۽ ”الله اسان جا گناھ معاف ڪندو!“ جهڙا جملا هوندا هئا. هڪ ڏگهي سزا ڪاٽيندڙ قيدي چوندو هو: ”جيڪي گناھ گار آهن جن ڏوھ ڪيا آهن سي تہ الله کان معافي ۽ بخشش جا طلب گار آهن. پر جن ڪي بنا ڏوھ ۽ گناھ جي قيد ڪيو ويو آهي تن جا ڪهڙا ڏوھ الله تعاليٰ بخشيندو؟“ ڪي دعا گهرندا هئا: ”الله سائين انهن کي معاف ڪر جيڪي بي ڏوهين کي قيد ڪن ٿا.“ ڪو جذباتي چرياڻ قيدي چوندو هو: ”جي الله آهي تہ پوءِ مون بي گناھ کي ڇو قيد ۾ موڪليو ويو آهي؟ ڇا هُو چاهي ٿو تہ بي گناھ ماڻهن کي بہ جيل ۾ موڪليو وڃي ۽ اُهي بي گناھ ماڻهو پنهنجن انهن گناهن جي معافي گهرن جيڪي انهن ڪيا ئي ناهن؟“

هڪڙو قيدي جو مولوي بہ هو، سو ڪيس پڌائيندو هو: ”الله کي سڀ خبر آهي. تو ضرور ڪي بيا گناھ ڪيا هوندا جن جي ڪري توکي سزا ملي رهي آهي.“

”مون ڪوبہ گناھ نہ ڪيو آهي.“ جذباتي قيديءَ وراڻيو، ”منهنجي معاملي ۾ خدا کان غلطي ٿي وئي آهي. ٿي سگهي ٿو ٻين جي گناهن جي سزا مون کي ملي رهي آهي.“

”الله اسان کي بخش ڪندو ۽ الله اسان جا گناھ معاف ڪندو.“ مولوي ايئن چئي انهيءَ جذباتيءَ مان جان ڇڏائي کسڪي ويندو هو.

”زيد“ اهي سڀ ڳالهيون ٻڌندو ۽ ڏسندو هو ۽ کيس عجب لڳندو هو. هو سوچيندو هو تہ الله کي سڀ ڄاڻ آهي تہ ڪير گناهگار آهي ۽ ڪير بي گناھ آهي. جيڪي وارڊن قيدين کي سيکت ڏيڻ لاءِ ايندا هئا تن جا نالا رحيم ۽ ڪريم هوندا هئا. عجب جهڙي ڳالھ اِها هئي تہ اُهي وارڊن رحيم ۽ ڪريم، پنهنجي نالن جي ابتڙ ماڻهن جي لاءِ رحم ۽ ڪرم پهچائڻ جي بدران، ايذاءُ ۽ آزار جو باعث هئا.

هڪ ڏينهن ”زيد“ کي سندس ڪوليءَ کان ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ سندس هٿ پٺيان ٻڌي، وڏي صاحب وٽ وٺي آيا. ڪيس ڇيو ويو تہ پنهنجن ٻين سائين سان نہ ڳالهائي جيڪي ساڻس گڏ ڪولين ۾ آهن.

"تون ڪجهہ عرصي کان "قصوري چڪي" وارڊ ۾ رهيل آهين."
وڏي صاحب چيو، "تون ڇو نہ تو معافي گهرين تہ جيئن توکي واپس بيرڪ ۾ موڪليو وڃي."

"معافي بہ ڇاجي معافي گهران؟" "زيڊ" پڇيو.

"توکي پنهنجي ڏوهہ جي خبر ناهي؟"

"ڪهڙو ڏوهہ؟" "زيڊ" وري پڇيو.

"تون دهريو آهين. تون خدا کي نٿو مڃين ۽ حڪومت جو مخالف آهين."

"اسان جا خدا مختلف آهن ۽ آءٌ اهڙين سڀني حڪومتن جي مخالفت ڪندڙ آهيان جن جي اوهان جهڙا ماڻهو حمايت ڪن ٿا."

"اهڙيون بيهوده فيلسوفياڻيون ڳالهيون منهنجي اڳيان نہ ڪر. مون کي ٻڌاءِ تون معافي گهُرڻ لاءِ تيار آهين؟"

"ڇا جي معافي ۽ ڪهڙو گناهہ ڪيو اٿم؟" "زيڊ" وري پڇيو.

"بڪواس نہ ڪر- پاڳل!"

وڏي صاحب "زيڊ" کي اٽيندڙ واردن کي اشارن سان ڪجهہ چيو.

"زيڊ" واپس موٽڻ لڳو ۽ جيئن ئي هو جيل جي شاهي در اڳيان لنگهيو پئي تہ هن واردن کي هڪ پوڙهي عورت کي گهيليندو ڏٺو. عورت جا وار خشڪ ۽ کليل هئا. "زيڊ" انهيءَ حالت هوندي بہ انهيءَ پوڙهي عورت کي سڃاڻي ورتو.

"مائي لڏي!" "زيڊ" کان رڙ نڪري ويئي.

پوڙهي عورت "زيڊ" ڏانهن ڏٺو ۽ مرڪيو. هن پنهنجو کابو هٿ مٿي کنيو ۽ فتح جو نشان ٺاهيو. پهريدارن منجهان هڪ ڄڻي ٻئي کي چيو تہ هن پوڙهي مائيءَ حڪومت جي خلاف نعرا هنيا آهن ۽ امن امان جي مسئلي کي خراب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهيءَ ڪري ڪيس گرفتار ڪيو ويو آهي. پوءِ پوڙهي عورت کي زناني وارڊ ۾ وٺي ويا.

"زيڊ" کي واپس پنهنجي ڪوٺڙيءَ وٺي آيا. پينٽر ۽ نوجوان سياستدان کي بہ وڏي صاحب وٽ پيش ڪيو ويو ۽ واپس وٺي آيا. انهن بہ وڏي صاحب جي پيشڪش جو ناڪار ۾ جواب ڏنو هو. هو جڏهن "زيڊ" جي ڪوٺڙيءَ وٽان لنگهيا تہ هنن بہ فتح جو نشان هوا ۾ لهرايو.

مائي لڌيءَ کي زناني وارڊ ۾ پهچايو ويو ۽ اُن ۾ اڳ ئي رهيل باندي عورتون کيس ڏسي ڏاڍيون خوش ٿيون. هڪ پيٽ سان عورت ته گهڻو خوش ٿي جو مائي لڌي اچي ويئي هئي جنهن کي دائيءَ جو ڪم به ايندو هو.

انهيءَ رات "زيڊ" هڪ نظم لکيو:

هو اسان جي وات ۾ چوسٽيون ڏيئي
اسان کي پنهنجين مائرن کان ڌار ڪن ٿا
اسان کي سندن "سهاري" واڪر ۾ هلڻ سيکارين ٿا
اسين ٻارن وانگر
رڙهڻ نٿا سکون
اسين ٻارن وانگر بيهڻ به نٿا سکون
اسان پنهنجي ماءُ جي ٿڃ به چکي ناهي
اسان ڪڏهن به
پنهنجي ڌرتيءَ جي سرهاڻ محسوس نه ڪئي آهي
اسان سان سدائين دوکا ٿيا آهن
پر اڄ اسين سمجهون ٿا
اسان جي مائرن جي ڇاتيون ڪير سان ڀريل آهن
هاڻ سندن پٽ ڪانئن پري نٿا ٿي سگهن.

Negation is my God, as reality formerly was.
My heroes are the destroyers of the past.

- Belinsky

Annihilation of the past is the procreation of the future.

- Herzen

# 18

قاسيءَ جي اوسيڙيءَ منجهہ وينل قيديءَ سوچيو تہ هاڻ آزاديءَ ۾ رڳو سادا چار ڪلاڪ رهجي ويا آهن. هن چاهيو پئي تہ اهو سڀ ڪجهہ اک ڇنڀ ۾ ٿي وڃي.

هن ڪي گهڙيون ڪم ڪرڻا هئا پر گذريل ڪيترن سالن کان ڪيس ايترو وقت ئي نہ پئي مليو. ڪيترائي ڇيندڙ ۽ پريشان ڪندڙ اخلاقي توڙي علمي سوال سدائين سندس ذهن ۾ رهيا ۽ هميشہ ڪيس بي چين ڪندا رهيا پر هو ڪڏهن بہ انهن سوالن ڪي حل نہ ڪري سگهيو. هن سوچيو اجا بہ ڪجهہ وقت آهي تہ هي معاملو طئي ڪري سگهجي ڪي چڱايون هونديون ۽ ڪي گهٽتايون بہ هونديون. حياتيءَ ۾ اهڙيون سڀ ڳالهيون هونديون ۽ ڪي هاڪار ۾ ڪي نهڪار ۾ جواب پڻ هوندا آهن. هن جڏهن ماضيءَ ۾ ڏٺو تہ ڪيس ڪيترائي پاسا نظر آيا جن ۾ اهڙا ماڻهو بہ هئا جن ساڻس سهڪار نہ ڪيو هو. اهڙا ادارا بہ هئا جن ڪي هن نند يو هو. شاعري، امن، جنس، سائنس، آرٽ ۽ اهڙائي اثر سندس شخصيت ڪي وڪوڙيل هئا پر شاعريءَ جو مٿس سڀ کان وڌيڪ اثر هو. خاص ڪري اها شاعري جيڪا ڪلاسيڪل ۽ ماضيءَ جا جهونا ڪري ويا هئا ۽ انهيءَ زبان ۾ هو پاڻ بہ شاعري ڪندو هو ۽ پنهنجي ذات جي اُپٽار ڪندو هو.

هن ڪي بلهي شاهہ ڏاڍو وڻندو هو. هن بلهي شاهہ بابت ڪجهہ سوچڻ شروع ڪيو: عجيب انسان هو ۽ قدرت هن ڪي ڇا ناهيو هو ۽ ڇا ڏنو هو. هن سوچيو ڇا اُهي سڀ ماڻهو، جيڪي هر سال بلهي شاهہ جي مزار تي گلن جون چادرون چاڙهين ٿا، سي ڪيس سمجهي سگهن ٿا ۽ جيڪي ڪجهہ هن لکيو آهي ان جي ساڃاهہ ڪين آهي. بُلهي شاهہ چوڻ ڇا ٿو چاهي ۽ سندس پيغام ڇاهي؟ ڇا هو هڪ وجوديت پسند شاعر هو؟

هُن بلبل کي پنهنجي ڪلهي تي ويهاريو ۽ ديوار ڏانهن وڌي پنهنجي آڱر سان ديوار تي لکڻ لڳو. هن کي اهو سؤلو طريقو لڳو ته هو پنهنجا خيال اندر مان اوتي ٻاهر ڪڍي.

'زندگي هڪ بار آهي جيڪو اسين کڻي هلون ٿا. ايئن ئي زندگي هلي پئي. انهيءَ کان انڪار ناهي. ڪنهن کي به ڄاڻ ناهي اسان ڇا هئاسين ۽ ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيون. هر انسان هڪ مسافر آهي. پر ڪي ڪي انهن منجهه سونهان آهن ۽ راهه ڏسين ٿا. ڪيترائي انهيءَ راهه تي هلن ٿا پر گهڻن کي منزل ملي آهي خبر ناهي. ڪيترن ئي ماڻهن منزل ڏانهن ويندڙ گس کي اڌ ۾ ئي ڇڏي ڏنو جو هنن سمجهيو ته شايد جنهن گس تي هو وڃي رهيا هئا سو صحيح ناهي. ڪڏهن ڪڏهن سونهان ۽ گس ڏسيندڙ پاڻ به منجهي پوندا آهن.

ماڻهو پاڻ ڪنهن ڪنهن مهل ڪجهه بنيادي سوال ڪندو آهي ته هُو پاڻ ڪير آهي. هو ڪٿان آيو آهي ۽ ڪيڏانهن وڃي پيو؟ سندس چوڌاري ڦهليل شين سان سندس ڪهڙو تعلق آهي؟ سندس ڪيل ڪمن لاءِ ڪير ذميوار آهي؟ ڇا هو پاڻ ذميوار آهي؟ ڪجهه ماڻهو سمجهندا هئا ته ڪين سڀ ڪجهه ڄاڻ آهي ۽ هو سڀ ڪجهه سمجهن ٿا پر ڪجهه سمجهندا هئا ته ڪين اڃا به وڌيڪ ڄاڻ جي ضرورت آهي ۽ وڌيڪ سچ جي ڳولا آهي.

'اُهي ماڻهو جن وٽ ڄاڻ هوندي آهي سي وجود ۾ ايندا رهندا هئا. ڪي الله جا پيغامبر هئا جيڪي الله جا اکر ٻين کي پهچائيندا رهندا هئا. جيڪي ڪين مڃيندا هئا سي سمجهندا هئا ته هنن سچ ۽ روشني کي حاصل ڪري ورتو آهي.

'پر ڪي ٻيا ڏاها ۽ پيغامبر پڻ آيا جن روحاني ضرورتن ۽ ان جي حل کي رد ڪري تاريخ کي مادي طور طريقن سان واضح ڪيو. اهڙن ڏاهن، خدا جي ذات جي وجود کان انڪار ڪيو ۽ پنهنجن مسجدن ۽ مندرن کي اڏڻ ڇڏي ڏنو.

'پوءِ ڪجهه اهڙا به انسان هئا جن دعويٰ ڪئي ته گهربل جواب انسان جي اندر ۾ موجود آهي جيڪو تڏهن ئي حاصل ٿي سگهي ٿو جڏهن پنهنجي اندر جي سفر کي اختيار ڪبو. اهي ماڻهو وجوديت پسند هئا. اهڙن وجوديت پسندن مان ڪجهه اهڙا هئا جيڪي الله جي وجود جا به قائل هئا-

ايئن ئي جيئن ڪجهہ ڏاهن ماديت پرستيءَ کي قبول ڪيو هو.'

بلهي شاهہ بہ وجوديت پسند هو منجهس ڪيترين ڳالهين ۽ خوبين، ڪيريڪ گارد [1] جي بڻ بنياد جهڙيون هيون. سندس سڄي صوفي شاعري، انسان جي اندر بابت هئي. بلهي شاهہ چيو آهي:

شروعات ۾ بہ آءٌ هوس
اهو آءٌ ئي آهيان جو آخر ۾ آهي
ٻيو ڪو نٿو سڃاڻان
نہ ڪا ٻي سڃاڻپ سمجهان ٿو
پر اها سڃاڻپ ضرور اٿم تہ آءٌ ڪير آهيان

اها ڳولا پنهنجي سڃاڻپ لاءِ، اهو جذبو پاڻ کي سمجهڻ لاءِ ئي موضوع آهن بلهي شاهہ جي شاعريءَ جا. هو پاڻ کي سڀني مذهبن، فرقن، نسلن ۽ رنگ روپ کان الڳ سمجهي ٿو. هن لکيو آهي:

نہ تہ مان الله جو ماڻهو آهيان.
۽ مسيت ۾ عبادت ڪندڙ آهيان
نہ تہ ڪو مان انهن ۾ ڪندڙن مان آهيان
جيڪي الله کي وساري وينا آهن
مان نڪي پاڪ آهيان ۽ نڪي خراب
نڪي موسيٰ آهيان نڪي فرعون
پوءِ بلها مان ڇا آهيان؟

بلهي شاهہ جو اهوئي يقين هو تہ انسان کي اجاين وهمن، تنگ نظري ۽ تعصب کان دور رهڻ گهرجي.

---

1. Kierkgaard (1813-55) هڪ ڊينش فلاسفر هو جنهن مذهبي عيسائيت کي رد ڪندي، انسان جي اخلاقي ذميداري ۽ سوچ ۽ مرضيءَ جي آزادي، وجوديت پسند (Existantialism) جي فلسفي ۾ محسوس ڪئي.

جي مان ڪوڙ ڳالهايان
مان دنيا ۾ جي سکهان ٿو
جي سچ چوان
تہ ڏماڪو ٿئي ٿو.

هڪ ٻي نظم ۾ هن فرقن ۽ انسان کي ورهائڻ کي ننديو آهي:

هڪ چٽو رام داس آهي
ٻئي کي فتح محمد سڏيون ٿا
اِهو ورهيہ پراڻو تڪرار آهي
پر آخر ۾
سچ ڪنهن ٻي حالت ۾ آهي
مسلمان باهہ ۾ جلڻ کان ڊڄي ٿو
هندو قبر جي اوندهہ کان خوف ٿو کائي
پر ٻئي نيٺ فنا ٿين ٿا.

پوءِ آخر جواب ڇا آهي؟ قيدي پاڻ کان پڇيو.
بلهي شاهہ يورپي وجوديت پسندن کان ٻہ ٻہ سئو سال اڳ وجود جي سرهاڻ بابت ٻڌايو هو. هن فرد جي آزادي ۽ مرضيءَ کي مڃيو هو تہ اهو فرد جو حق آهي تہ هو پنهنجي فعلن ۾ آزاد رهي ۽ پنهنجي پسند اختيار ڪري.
پر انهيءَ کان پوءِ ڇا ٿيو؟ جيڪڏهن ماڻهو پنهنجو پاڻ کي صحيح سڃاڻي ٿو تہ ڇا هو عام ماڻهن کي ۽ عام انسانيت کي سڃاڻڻ جي ساڃاهہ رکي ٿو. جيڪڏهن حاصل ڪيل علم اهو رستو نٿو ڏسي تہ پوءِ اهڙي علم جي ضرورت ڪهڙي آهي؟ ماڻهو کي هڪ جزيري کان وڌيڪ وجود جي ضرورت آهي. هڪ جزيرو يا ٻيٽ جنهن جي چوڌاري سمنڊ اُن جي ڪابہ حيثيت ناهي. ڪجهہ ماڻهو ٻہ پاڻ کي هڪ ٻيٽ مثل بنائي ڇڏيندا آهن ۽ هُو چاهيندا آهن تہ ماڻهو کان پاڻ کي الڳ ٿلڳ رکن. ڇا بُلهي شاهہ بہ اهڙو انسان هو؟ هن ايئن سوچيو بہ نہ هو. هن صوفياڻي خيالن تي گهڻو ئي غور ڪيو هو ۽ سمجهندو هو تہ اهي ماڻهو جزيرن تائين محدود آهن. ڇا بلهي

شاهہ صحيح سوچيو هو! ڇا اڄ بہ اها سوچ صحيح آهي؟

هن سوچيو تہ اصل ڳالهہ تہ پنهنجي ذات ۽ انا کي، انسانيت جي وشال سمنڊ جي انا منجهہ غرق ڪري ڇڏجي ۽ اهوئي بهتر آهي ۽ سچ آهي. انهيءَ جي معنيٰ اها آهي تہ ماڻهو سڀ ڪان اڳ ۾ آهن ۽ اهي ئي سچ آهن. فرد کي پنهنجي سڄاڻپ ۽ انا کي انسانيت لاءِ قربان ڪرڻ کپي.

بلبل هن جي ڪلهي تان اڏامي ويئي ۽ دروازن جي سيخن جي وچوٽيءَ ۾ لڳل لوهي پٽي تي وڃي ويٺي.

اُنهيءَ مهل جيل جي گهڙيال هڪ ٽڪاءُ هنيو.

Each of us places his person to his entire capabilities under the supreme guidance of the will of the people and we receive each individual member into our bodies as an indivisible part of the whole.

- Rousseau

# 19

مائي لڏيءَ کي، جيل ۾ قيدياڻين طرفان وڏي آجيان ملي. انهن قيد ٿيل عورتن جي ذهن ۾ اهائي ڳالهه هئي ته مائي لڏيءَ حڪومت جا غلط ۽ ظلم وارا حڪم نه مڃيا ۽ حڪومت جي خلاف رستن تي مظاهرا ڪرايا هئا. پيٽ سان عورت مائي لڏيءَ سان گڏوگڏ هئي ۽ هوءَ تمام خوش نظر اچي رهي هئي ۽ انهيءَ انتظار ۾ هئي ته ڪڏهن سندس ويم ٿيندو.

مائي لڏيءَ کي جيل وارن طرفان روز صبح جو سُٽَ جي ڌاڳن جو هڪ منجهيل ڍير ملندو هو ۽ شام تائين هوءَ سڄو مُنجهيل سُٽَ سلجهائي هڪ ڍيري جي شڪل ۾ آڻيندي هئي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، کيس هڪ چرخو به ڏنو ويو ۽ چيو ويو ته مُنجهيل سٽ کي سُلجهائي ۽ چرخن تي ڪم ڪري. جڏهن مائي لڏي چرخين تي پنهنجي ڪم ۾ رُڌل هوندي هئي ته ٻيون قيدياڻيون به سندس چوڌاري ويهنديون هيون ۽ گيت ڳائينديون هيون. مائي لڏيءَ لاءِ اهو ڏاڍو ڏکيو ڪم هو ۽ سندس هٿ به ڇلجي پيا هئا پر تنهن هوندي به هوءَ خوش هئي. عورتون گيت ڳائينديون هيون:

منهنجو چرخو ڦري ٿو
۽ مان هڪ خاموش دعا ڪريان ٿي
اهي ڙالون جيڪي چرخو هلائين ٿيون
۽ ڇوڪريون جيڪي هٿ ونڊائين ٿيون
سي سدا جيئن ۽ خوش رهن.
جسم هلندڙ چرخن وانگر آهي
منهنجي دل ۾ پيار پربل آهي

دنيا منهنجي لاءِ ڪنوار جي ڪنهڻ وانگر آهي
جيئڻ منهنجي چرخي جو ڦيٿو آهي.

هر اُنهي قيدي عورت کي سزا طور منجهيل سُٽ جو ڍير ملندو هو جنهن کي اهڙي سزا ڏيٺي هوندي هئي. شام تائين مُنجهيل سٽ سلجهائي هڪ ڍيري جي شڪل ۾ آٽو پوندو هو. اهو ڏکيو ڪم هو پر عورتون، پوڙهي زال جي سمجهايل طريقن مطابق اهو ڪم جلدي ڪري وٺنديون هيون. هو سڀ هڪ جهوني پپر جي وڻ هيٺان ويهنديون هيون ۽ ڪين پنهنجا گذريل زمانا ياد ايندا هئا جڏهن هو ڇوڪريون هونديون هيون ۽ وڻن ۾ جهولا ۽ پينگهون وجهي لڏنديون هيون. انهن ڏينهن جا گيت ڳائينديون هيون:

منهنجو چرخو ڦري ٿو
۽ مان هڪ خاموش دعا ڪريان ٿي
رانجهو منهجي دل چورائي ويو آهي
سڄي دنيا مون کي ڳاڙهي نظر اچي ٿي
ڳاڙهي منهنجي چرخي وانگر.

پوءِ هو وري به گڏجي ڳائينديون هيون:

قدرت جا ڪم نه ڏسو
جنهن هڪ قيديءَ کي سرواڻ ڪيو آهي
هڪ غريب عورت جي پٽ کي
دنيا تي حڪم هلائڻ لاءِ تخليق ڪيو آهي.

اُن گهڙيءَ، ايئن لڳو پئي ته هي جيل ۽ جيلرَ، پڏر ۽ ڪونڙيون، جيل واردن ۽ سندن چڪر، وڻ ۽ ديواريون– ۽ سندن قيد هئڻ جي حقيقت، سڀ ڪجهه به نه لڳنديون هيون ۽ انهن جو ڪو وجود به محسوس نه ٿيندو هو. پيٽ سان عورت، پنهنجي نڪتل پيٽ تي هٿ ڦيري چوندي هئي ته هاڻ

سپ ڪجهہ ڳاڙهاڻ آهي. اندر توڙي ٻاهر مون کي پنهنجي پيار ڪندڙ جي نظرن ۾ ئي ٿڀي هٽڻي آهي.

اُنهيءَ ڏُکي عورت هڪ پيري چنڊ کي گهوري ڏٺو ۽ ڪيس چنڊ ۾ بہ مائي لڌيءَ جو روپ ۽ چرخو نظر آيو ۽ هن ڪان رڙ نڪري ويئي: ”مائي لڌي! مائي لڌي!“

هُن کي ايئن لڳو ڄڻ چنڊ پنهنجو ڦيرو روڪي ڇڏيو آهي ۽ ڦاسيءَ جي لاءِ منتظر قيديءَ جي ڪوٺڙي مٿان بيهي رهيو آهي ۽ چانڊوڪيءَ جا روپا ڪرٽا وَسائي پيو ۽ قيدي اُن ۾ وهنجي رهيو آهي.

The book is written; the die is cast
Let it be read now or by posterity
I care not which

- Kepler

# 20

جيل جي هيڊ وارڊن، جيڪو ڦاسيءَ واري ڪوٺڙيءَ جو انچارج به هو، سگريٽ دکائي، ٻريل ماچيس جي تيليءَ سندس آڱر کي ٿورڙو سيڪ پهچايو هو ۽ هن اها آڱر هڪدم وات ۾ وڌي ته جيئن سيڪ جو اثر گهٽ ٿئي. پوءِ هن قيديءَ ڏانهن ڏٺو جيڪو پنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ پسار ڪري رهيو هو. هو ڪجهه چپن ۾ ئي ڳالهائي رهيو هو پر وارڊن ڪجهه به ٻڌي نه سگهيو.

وارڊن سوچي رهيو هو ته اهڙا به ماڻهو هئا جن ڪجهه عرصو اڳ پنهنجي جسم تي تيل هاري پاڻ کي باهه ڏني هئي. هو سمجهي نه پئي سگهيو ته ڪيئن ماڻهو پنهنجي جسم کي ساڙين ٿا ۽ جڏهن اُلا سندن لڱن کي وڪوڙي وڃن ٿا ته کين ڪيترو ايذاءُ ٿيندو هوندو ۽ ڪيترو سور سهندا هوندا. هو اڃا پنهنجي آڱر کي ڏسي رهيو هو جنهن کي ماچيس جي ٻريل تيليءَ جو ذرڙو سيڪ اچي ويو هو. هن سوچيو اهي عام ماڻهن مان نه آهن جيڪي اهڙيون قربانيون ڏين ٿا.

قيدي اڃا تائين پنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ پسار ڪري رهيو هو ۽ آهستي آهستي ڳالهائي به رهيو هو: ”سڀ ڪجهه ماڻهن لاءِ آهي. سڀ ڪجهه ماڻهن لاءِ آهي. حڪومت، ملڪ، سماج ۽ اقتصاديات سڀ ڪجهه بي معنيٰ آهن جيڪڏهن اهي عام ماڻهن جي حوالي سان ناهن.“ قيدي جي نظر ۾ اهي سڀ نظريا ۽ قاعدا مدي خارج هئا جيڪي عام ماڻهن جي ڀلي خاطر ڪو جواب نٿا ڏيئي سگهن ۽ ڪا راهه ڏسي نٿا سگهن. سچ رڳو ماڻهن منجهه آهي، جيڪي ڪجهه به ماڻهن سان لاڳاپيل آهي سوئي سچ آهي. نه ته باقي سڀ اجايو آهي. هو پنهنجي ورثي کي عام ماڻهن ۾ ڇڏي وڃي ٿو ۽ حياتيءَ ڪان پري، هو انتظار ڪندو ته ڪڏهن عوام جا آواز ايندا ۽ سندن فتح جا

نعرا بڌندو. فتح عوام جي آهي ۽ هو وڪوڙيل زنجيرن مان آزاد ٿيندا.

جڏهن هن لاءِ بلئڪ وارنٽ نڪتو هو ۽ ڪيس چيو ويو هو تہ هُو رحم جي اپيل ڪري تہ هن چيو: "ڇاجي اپيل ۽ ڪهڙي حڪومت؟ ڇا جي لاءِ رحم گهرجي ۽ ڪهڙي گناهہ لاءِ؟" هن جي درخواست عوام جي عدالت ۾ داخل آهي. انهيءَ درخواست ۾ اهوئي لکيل آهي تہ پنهنجن دشمنن کان بدلو وٺو. هو بدلي وٺڻ جو قائل نہ هو. هن لاءِ اهو منفي جذبو هو. ماڻهن جو بدلو وٺڻ، هن اڏو اهو ئي هو، تہ عوام ظالمن جي ڏاڍ کان پاڻ کي آزاد ڪرائي. اهو سؤلو هو تہ ڪنهن بہ فرد کي ڦاسيءَ تي چاڙهي ڇڏجي ۽ ڪجهہ وقت لاءِ جذبن کي روڪي سگهجي پر اصل ۾ ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ آزاديءَ لاءِ وڙهجي ۽ اُن کي حاصل ڪجي. عام ماڻهو، جيڪي گهڻو ڪري غريب آهن، بُکيا آهن، سي اڳتي وڌي انهن طبقن سان مهاڏو اٽڪائين جيڪي سندن استحصال ڪري مٿن حڪومت ڪن ٿا. هنن کي نظام بدلڻو آهي. رڳو زباني مذمت ڪرڻ جو زمانو ناهي. هي زمانو ڏکهن ڪارن جُبن ۽ ڳچيءَ ۾ بيش قيمت هار پائڻ جو ناهي. هاڻ بندوق جي گهوڙي تي آڱر رکڻ جو وقت آهي. قيديءَ بنا ارادي طور آڱر کي ايئن چوريو ڄڻ بندوق هلائيندو هجي.

قيديءَ کي مٿان حڪم آيو هو تہ هُو آخري ملاقات لاءِ ڪنهن ڪنهن سان ملڻ چاهي ٿو. هن وراڻيو هو: "اوهان چاهيو ٿا تہ مان رڳو انهن سان ملان جيڪي ويجهو ناهن. جن کي بہ مان محبت ڪريان ٿو سي سڀ منهنجي ويجهو آهن ۽ مان انهن جي ويجهو آهيان. جڏهن اسين هڪ ٻئي جي ويجهو آهيون تہ پوءِ ملڻ ڇا جو؟

قيديءَ کان پڇيو ويو تہ هو ڪا آخري خواهش ڪرڻ چاهي ٿو. هن چيو هو: "منهنجي خواهش يا وصيعت ماڻهن جي دلين تي نقش آهي."

هو ڏاڍو مُنجهي پيا تہ هي ڪهڙي قسم جو قيدي آهي جيڪو آخري وقت ۾ ڪا خواهش يا ڪا وصيعت ڪرڻ نٿو چاهي.

قيديءَ هيٺ جهڪي، مٽيءَ جي هڪ چپٽي کنئي ۽ پنهنجي وات ۾ وڌي. "اهائي واحد شيءِ آهي جيڪا سچ آهي. ڌرتي!" هن کي ايئن محسوس ٿيو ڄڻ سندس ذهن ۾ روشني ڦهلجي ويئي ۽ مٽيءَ ذري جيڪو هن ڳيهيو هو، منجهس گلاب ڦلاريا هئا.

هن سوچيو هن پنهنجي هرڪا شيءِ ماڻهن کي ورثي ۾ ڏني آهي. پوءِ مٿي ڇت ڏانهن ڏٺو جت اڻ تيئر لڳل هئا جيڪي هن ڳڻيا. هن سوچيو اهي عوام جي حوالي آهن.

"انهن اڻن ڇٽن جي نالي جن پاڻ کي ساڙيو هو." هن چيو.

فرش تي سئو کن سروڻ لڳل هيون.

"اهي انهن جي نالي جن کي سئو پيرا ڦٽڪا لڳا هئا."

هن در جون سيخون ڳڻيون. ڏهه هيون.

هن چيو، "ڏهه هزار سياسي قيدين لاءِ!"

ڪوٺڙيءَ ۾ چار ديوارون هن ملڪ جي چئن صوبن لاءِ مخصوص ڪيون.

سندس ڪوٺڙيءَ جي ٻاهر ڪلنڊڙ سيخن واري دريءَ منجهان چانڊاڻ نظر آئي پئي. هن چيو اها مائي لڌيءَ لاءِ آهي."

هن پنهنجو بلانڪيٽ انهن ٻارن جي نذر ڪيو جيڪي اڃا ماءُ جي پيٽ ۾ هئا.

اُن کان پوءِ هن پاڻ کي هلڪو محسوس ڪيو. هن بلبل ڏانهن ڏٺو: "ءِ توکي مان پاڻ کي اربيان ٿو ڇاڪاڻ تہ تون منهنجن وانجهيل ڏينهن ۾ مون کي ساٿ ڏنو آهي پيار ڏنو آهي."

واردن، قيديءَ کي ڏسي رهيو هو. واردن پنهنجي سڙيل آڱر کي بہ ڏٺو جيڪا ٿورڙي لهسجي ويئي هئي. هن سوچيو تہ هي قيدي عجيب ماڻهو آهي جنهن لاءِ هيترن سارن ماڻهن پاڻ کي ساڙي ڪوئلو ڪيو.

قدرت جي دينُ بہ عجيب آهي!

جيڪا ٻاندي ماڻهن کي بادشاهي ڏيئي ٿي.

اهو سچ آهي تہ اهڙا ئي ماڻهو زنده رهندا.

جيل جي گهڙيال بہ نڪاءُ هنيا.

We are the martyrs of an immortal cause.

- Napoleon

In the morning when they came for him-Lorca-he understood immediately that they were taking him on the Pasco- the walk of death.

- Enzo Cobelli

- Garcia Lorca.

## 21

”زيبد“ ، موسيقار، پينٽر ۽ سياسي ڪارڪن سڀ الڳ الڳ ڪوٺڙين ۾ بند هئا. هوٺن تہ پاڻ ۾ ملي نہ سگهندا هئا پر هنن هڪ عجيب طريقو ايجاد ڪيو هو تہ جيئن هڪ ٻئي سان تعلق رهي سگهي.

سياسي ڪارڪن ديوار تي زور سان هٿ هڻي رڙ ڪندو هو: ”جيئي جيئي! سدا جيئي!“

موسيقار ٻنهي هٿن سان پيٽ تي وڄت ڪري اوچي آواز ۾ ڳائيندو هو ۽ پوءِ چوندو هو: ”جيئي جيئي!“

پينٽر بہ ايئن ئي پنهنجي جذبن جو اظهار ڪندو هو ۽ اوڏي مهل مائي لڏي بہ چرخي کي تيز ڪري، وڏي واڪي نعري جو جواب ڏيندي هئي.

ڏُکي زال بہ پنهنجي پيٽ تي هٿ ڦيري جهونگاريندي هئي: ”جيئي جيئي!“ جڻ هوءَ پنهنجي ٻار کي لولي ڏيئي رهي آهي.

ايئن ”زيبد“ کي پيغام پهچندا هئا. هو پنهنجي ڪاٻي هٿ جي آڱر سان ديوار تي جڻ لکندو هو: ”انقلاب. انقلاب!“

”زيبد“ کي اطلاع ڏنو ويو تہ خاص عدالت جوڙي ويئي آهي جيڪا سندس خلاف ڪيس هلائيندي هن کي چيو ويو هو تہ شنوائي لاءِ تياري ڪري.

It is an essential part of the justice dispensed here that you should be condemned not only in innocence but also in ignorance.

- Franz Kafka. *The Trial*

Lorca died in the month of August 1936 from war wounds, his body having been found on the twentieth day of the same month on the road from Viznar to Alfacar.

*- Lorca's death certificate drawn up by civil servants of the new regime.*

# 22

خاص عدالت جا بہ ميمبر هئا. هڪ يونيفارم ۾ ۽ ٻيو عام شهري جج هو جنهن کي ڏاڙهي هئي.

”زيد“ کي هٿڪڙيون لڳل هيون ۽ ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو.

هن کي وڪيل ڪرڻ جي بہ اجازت نہ هئي. ڪيس شاهدن جي لسٽ بہ نہ ڏني ويئي هئي، جيڪي سندس خلاف شاهدي ڏيندا. وردي پاتل آفيسر ڪارروائي شروع ڪئي.

”توتي الزام آهي تہ تون قتل جي سازش ۾ شامل هئين. ڇا تون ڏوهہ باسين ٿو يا انڪار جي صورت ۾ مقدمو هلائجي؟“

”ڪنهن کي قتل ڪيو ويو هو؟“ ”زيد“ پڇيو.

”ڇا توکي خبر ناهي؟ تون خون جي ڏوهہ جو ملزم آهين. توکي خبر ناهي تہ ڪير قتل ٿيو هو؟“

”ڇا توکي خبر آهي تہ ڪير قتل ٿيو هو؟“ ”زيد“ وري پڇيو.

”بلڪل خبر آهي.“

”توکي خبر آهي تہ قتل ڪنهن ڪيو هو؟“ ”زيد“ وري پڇيو.

”ها اسان کي وڏي ملزم بابت خبر آهي.“

”پوءِ هن کي سزا ڇو نٿا ڏيو؟“ ”زيد“ چيو.

”هيءَ ڪورٽ انهيءَ لاءِ ٺهي ناهي ويئي آهي.“

”ڇا اوهان اڳ ئي فيصلو ڪري ڇڏيو آهي تہ سزا ڏيڻي آهي؟“

ورديءَ واري جج، مذهبي جج ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ نڙي صاف ڪندي چيو، ”قانوني گهرجون پوريون ڪرڻيون آهن. اسين چاهيون ٿا تہ توکي پنهنجي بچاءَ ۾ ڳالهائڻ جو پورو پورو موقعو ملي.“

”ڪهڙي قانون ۽ ڪهڙي بچاءُ جو اوهان ڳالهائي رهيا آهيو؟“

”هن ملڪ جو قانون ۽ تنهنجي خلاف قتل جي الزام بابت بچاءُ.“

”ڇا هن ملڪ ۾ ڪو قانون آهي؟“

”بلڪل آهي.“

”ڇا هيءَ ڪورٽ بہ اُنهي قانون هيٺ جوڙي وئي آهي؟“

”شايد.“

”شايد يا بلڪل؟“

وردي‌ءَ پاتل ماٺهو تپڻ لڳو ۽ هن ”زيد“ کي چيو:

”توکي پنهنجي بچاءُ ۾ ڪجهہ چوڻو آهي؟“

”جڏهن تہ مون کي خبر ئي ناهي تہ ڪير قتل ٿيو آهي تہ مان پنهنجي لاءِ ڇا ٿو چئي سگهان.“

”انهيءَ جو مطلب تہ تون پنهنجو ڏوهہ باسين ٿو؟“

”ڪهڙو ڏوهہ ۽ ڇا جو باسڻ؟“

”سڀ فيصلو ٿي ويو. تو خون جو الزام مٿي ورتو آهي ۽ توکي سزا ملي سگهجي ٿي.“

”اوهان سڀ ڪجهہ ڪري سگهو ٿا.“ ”زيد“ چيو.

وردي‌ءَ واري آفيسر ٻئي ڏاڙهي واري جج ڏانهن ڏنو جنهن ”زيد“ کي چيو: ”سرڪاري وڪيل تنهنجي خلاف لڳل الزام ۽ ڪيس پڙهندو. تو لاءِ بهتر ٿيندو تہ تون الزامن بابت جواب ڏئي.“

”مان ڪوبہ جواب ڏيڻ لاءِ تيار ناهيان.“ ”زيد“ وراڻيو.

وردي‌ءَ واري جج سرڪاري وڪيل کي اشارو ڪيو تہ هو ڪارروائي شروع ڪري جنهن فائيل کوليو ۽ پڙهڻ شروع ڪيو: ”پوليس وٽ داخل ٿيل ايف آءِ آر مطابق ”زيد“ هڪ قتل جي سازش بنائي.“

”شڪ جو فائدو سرڪاري ڌر يعني ڪيس هلائيندڙ ڌر کي ٿيندو.“ ”زيد“ پٽڪيو.

”وچ ۾ ڳالهائڻ جي اجازت ناهي.“ وردي‌ءَ واري جج ڪيس چيو.

سرڪاري وڪيل فائيل منجهان وڌيڪ پڙهڻ لڳو.

”زيد“ ڏاڙهي‌ءَ واري جج ڏانهن ڏٺو ۽ چيو: ”تون هڪ راسپوٽين آهين جنهن کي ڊگهي ڏاڙهي، ٻاهر نڪتل اکيون آهن. تو هميشہ وقت جي

بادشاهن جو ساٿ ڏيئي ماڻهن کي مارايو آهي. تون ٿي فتويٰ ڏيئي بي گناهن کي مارائين ٿو. پر توکي رت ڏيڻو پوندو."

وردي ۽ منجهه آفيسر اوپاسيون ڏيڻ لڳو. ڏاڙهي وارو ڪاغذن کي غور سان ڏسي رهيو ۽ لڳو ايئن پئي ڄڻ تمام مصروف آهي. سرڪاري وڪيل فائيل منجهان پڙهي رهيو هو.

"زيڊ" يونيفارم پاتل آفيسر ڏانهن ڏٺو.

"پنهنجا تير تکا ڪري وٺو، دَليا..."

"پنهنجي بندوق هوا ۾ لهرايو. رام محمد سنگهه آزاد."

"پنهنجي هٿ تي بم رکو. ڀڳت سنگهه."

"ڪورٽ" سرڪاري وڪيل کي روڪيو ۽ "زيڊ" کان پڇيو.

"ڇا تون پنهنجي خلاف الزامن جا تفصيل ٻڌي رهيو آهين؟"

"مان ڪافڪا جي جوزف "K" بابت سوچي رهيو هوس."

"اهو ڪير آهي؟" يونيفارم، ڏاڙهي ۽ کان پڇيو.

"مون تہ ڪونہ ٻڌو آهي. ضرور ڪو شرپسند هوندو."

يونيفارم واري جج سرڪاري وڪيل کي چيو تہ اڳتي پڙهہ.

"زيڊ" آهستي آهستي پنهنجي اها نظم ورجائڻ لڳو جيڪا هن پنهنجي دوست جي موت تي لکي هئي:

**تون ايئن نہ چئو منهنجا دوست**<br>**تون تہ ڪافڪا جو "K" آهين**<br>**توتي ڪوبہ الزام مڙهيو نہ ويو**<br>**پر هن توتي ڪيس هلايو**<br>**تنهنجو ڪوبہ ڏوهہ نہ هو**<br>**جيئن Dreyfus ۽ Rosenbergs بي گناهہ معاملا هئا.**

"هاڻ بس بند ڪر ۽ الزام ٻڌ!"

"شاعري بيو ڪري. اوهان کي هن جي خبر هوندي." ڏاڙهي وري چيو:

"مون ڪجهہ سٺون شعرن منجهان چيون پئي."

"انهن جو مقدمي سان ڪهڙو واسطو آهي؟"

”مقدمي جو مون سان ڪهڙو واسطو آهي؟“

”توتي قتل جو الزام آهي.“

”مون تي دانهين ڪير آهن؟“

”ٻي ڌُر.“

”ٻي ڌُر ڪير آهي!“

”جنهن جو ماڻهو قتل ٿيو آهي.“

”ڪير قتل ٿيو آهي ۽ قاتل ڪير آهي؟“

”چپ ڪر.“ يونيفارم واري جج چيو. هن سرڪاري وڪيل کي اڳتي پڙهڻ لاءِ چيو. سرڪاري وڪيل مشيني روبوٽ وانگر حڪم جي تعميل ڪرڻ لڳو.

”زيد“ ان مهل يڪدم ڪاوڙجي پيو ۽ سرڪاري وڪيل کي روڪڻ لاءِ چئي ۽ ”ڪورٽ“ سان مخاطب ٿيو.

”انهن تفصيلن ٻڌائڻ جي ضرورت ناهي. اوهان فيصلو ٻڌائي ڇڏيو جيڪو اڳواٽ ئي اوهان لاءِ لکيو ويو آهي.“

”ڇا تون پنهنجي بچاءَ ۾ ڪجهه به نه چوندين!“ يونيفارم واري جج پڇيو.

”ڇا تون آڏي پڇا به ڪرڻ لاءِ تيار ناهين؟“ ڏاڙهي واري جج پڇيو.

”نه. نه. نه“

”اسان کي پرواهه ناهي ته تون ٻڌين به پيو يا نه. اسان کي قاعدي جي ڪارروائي مڪمل ڪرڻي آهي.“

سرڪاري وڪيل ٻيهر شروع ٿيو.

”زيد“ ٻيهر نظم جون سٽون آهستي آهستي ورجائڻ لڳو. هن کي ڪيس جي ڪارروائيءَ ۾ ڪا دلچسپي نه هئي.

**اسان گهڻو ڪجهه سنو آهي**
**پر هاڻ وڌيڪ سهي نه سگهنداسين.**
**ظلم ۽ سورن جو به ڪو ڇيهه ٿيندو آهي**
**برداشت جي به ڪا حد هوندي آهي**
**تو اسان جا ڳاٽا تڪن ڇُرن سان وڍيا آهن**

تو اسانجون زبانون ڇڪي ورتيون آهن
تو اسانجين اکين ۾ سوئا هنيا آهن
تو وگهربل شيهو اسان جي ڪنن ۾ وڌو آهي
تو اسانجيون ٻانهون ٻڳيون آهن
۽ اسان کي هڪ انڌي کوهه ۾ اڇليو آهي
پر اسان خاموشيءَ سان برداشت ڪيو آهي.
ڪيترا ڀيرا لفظ لبن تائين آيا
پر اسان ڪجهه به نه ڪڇيو آهي
تو اسان کي ٻوڙي ٻُت وانگر سمجهيو آهي
تو اسان کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي
سڀ حربا تو استعمال ڪيا
پر هاڻ اسين وڌيڪ سهي نه سگهنداسين
تنهنجي طاقت کان به وڌيڪ اسان جو زور آهي
۽ ڏس ته ڪيئن هاڻ
ڀهرين ضرب توکي لڳي ٿي.

”زيد“ جوش ۾ پنهنجي ٻانهن مٿي ڪئي جڻ هو ڪا شيءِ مٿس الزام هڻندڙن مٿان اڇلائي رهيو آهي. اُن وقت سندس هٿڪڙين مان آواز نڪتو. اُنهيءَ مهل ئي سرڪاري وڪيل پنهنجو ڪيس پڙهي پورو ڪيو.

”استغاثه جو طرف مڪمل ٿيو.“

”ٺيڪ آهي- فيصلو اڌ ڪلاڪ ۾ ٻڌايو ويندو. ملزم پنهنجي بچاءَ ۾ ڪجهه چوڻ کان انڪار ڪيو آهي. انهيءَ جي معنيٰ هُو ڏوهه جو اقرار ڪري ٿو.“ وردي‌ءَ واري چيو.

اڌ ڪلاڪ لاءِ ”زيد“ کي ڪورٽ کان ٻاهر وٺي ويا.

پوءِ هن کي وري وٺي آيا.

يونيفارم پاتل آفيسر فيصلو پڙهڻ شروع ڪيو:

”استغاثه جو پيش ڪيل ڪيس بنا ڪنهن شڪ جي ثابت ٿي چڪو آهي. ملزم پنهنجي ڏوهه جي بچاءُ ۾ ناڪام ويو آهي. اهو ثابت ٿي ويو آهي ته هو قتل جي سازش ۾ شريڪ هئڻ جو ڏوهاري آهي. هن کي ڦاسيءَ جي

سزا ڏني وڃي ٿي ۽ هن کي ڦاسيءَ تي لٽڪايو وڃبو، جيستائين سندس موت واقع ٿئي ۽ سندس جسم منجهان زندگيءَ جا سڀ آثار ختم ٿين.“

”زيڊ“ يونيفارم واري ماڻهوءَ کي ڏٺو.... جيڪو مرڪي رهيو هو.

”زيڊ“ ڏاڙهيءَ واري ماڻهو کي ڏٺو... جيڪو مرڪي رهيو هو.

ٻن ميمبرن تي ٻڌل خاص عدالت برخاست ٿي ويئي. ”زيڊ“ کي واپس جيل وٺي ويا. رستي تي کيس ڪجهه سٽون ياد آيون جيڪي هن ڪٿي پڙهيون هيون. اهي سٽون هنگريءَ جي شاعر پيٽوفيءَ (Petofi) جون هيون:

خدا مون کي وڻ ٺاهيو آهي
جنهن مان روشني ڇڻي ٿي
جيڪو طوفانن ۾ به بيٺو آهي
يا اُهي جابلو پٿر
جيڪي لڏن ٿا ڇُرن ٿا پر بيٺا آهن.
جي زنجيرن سان ٻڌل غلام
پنهنجي طاقت ڄاڻين
۽ پنهنجا طوق لاهي ڦٽو ڪن
۽ پنهنجيون وفادار تلوارون اُڀيون ڪن
۽ پنهنجين اکين ۾ رت آڻي
انسانيت جي آزاديءَ لاءِ
جهنڊا اونچا ڪن
ته مان هڪ خوش انسان وانگر پساهه ڏيندس
انسان جي غلاميءَ کي سوين پاراتا ڏيئي
منهنجي جوان دل رت جا آخري ڦڙا وهائي ٿي.

”زيڊ“ کي جيل جي وراندي منجهان وٺي وڃي رهيا هئا.

”زيڊ“ کي ڦاسيءَ جي ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪرڻو هو.

چوطرف بند قيدين ۾ گوڙ ٿي ويو. هن جون هٿڪڙيون لٿل نه هيون. هن کي ڦاسيءَ جي ڪوٺڙي ۾ وجهي بند ڪري ڇڏيائون. هاڻ ”زيڊ“ ڦاسيءَ جو منتظر قيدي هو.

My accusers, then, as I maintain, have said little or nothing that is true, but from me you shall hear the whole truth.

- Plato- *The Apology of Socrates.*

# 23

قاسيءَ جو منتظر قيدي هاڻ پاڻ کي خوش ۽ هلڪو محسوس ڪري رهيو هو. ڪيترن ئي وزنن کان هلڪو هو ۽ پنهنجي ذهن ۾ بنيادي سوالن بابت بہ صاف هو. هن سڀ ڪجهہ وڏي واڪي اعلان ڪيو هو ۽ ڪيس هاڻ جذباتي ۽ عقلي ڄاڻ سلجهيل لڳي پئي.

هن محسوس ڪيو تہ هو هڪ اهڙي شخص وانگر آهي جنهن هڪ ويران زمين جي ٽڪر کي صاف ڪري گندگاهہ ڪڍيو، اُن کي ڪيڻ ڏيئي، هر ڏنا. جدا جدا ٻارا ڪاهيا، ٻج پوکيو ۽ هاڻ انهيءَ انتظار ۾ آهي تہ ڪڏهن حياتيءَ جو سلو اُسرندو- ٻوٽا، گل ۽ ساوا وڻ. هو مرڻ لاءِ تيار ٿي ويو هو. هن پنهنجا ليکا چوڪا ڪري ڇڏيا هئا. قرض فرض لاهي ڇڏيا هئا.

اڳتي ڇا ٿيڻو هو سو سندس ۽ خدا جي وچ ۾ هو. هن سمجهيو تہ هن عوام ذريعي اڳ ۾ ئي الله سان ڳالهائي ڇڏيو آهي. پر ڪيس آنڌ مانڌ ٿيڻ لڳي ۽ هاڻ اڳتي ڇا ٿيندو. سيني ڳُجهن کي ڄاڻڻ واري سان روبرو ملاقات ڪيس عجيب لڳي رهي هئي.

هو هيٺ فرش تي گوڏا اُپا ڪوڙي ويهي رهيو ۽ پوءِ هڪ ٿنگ سڌي ڪري انهيءَ تي ٻلبل کي ويهاريو. هن ڪنڌ هيٺ جهڪايو ۽ اکيون پوري چڏيون ۽ ڏند پيڪوڙي، خاموشيءَ سان الله کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو:

”پيارا خدا، مان پنهنجو منهن مٿي آسمان ڏانهن نٿو ڪرڻ چاهيان جو مان توکان ڪا مدد وٺڻ نٿو چاهيان. مان توسان ڳالهايان پيو ۽ منهنجيون اکيون آليون آهن ۽ تنهنجي ڌرتيءَ ڏانهن آهن. منهنجا چپ نٿا چُرن جو مان سمجهان ٿو تہ مون کي ڪا ضرورت ناهي. مان توسان بنا ڪنهن رڪاوٽ جي مخاطب ٿي سگهان ٿو. توکي سيني جي ڄاڻ آهي.

”مون کي توسان ڳالهائڻ جي ضرورت ناهي. تون منهنجي وجود جي اندر لڪل جذبن کي بہ ڄاڻين ٿو. توکي خبر پئجي ويندي تہ مان ڇا چاهيندس.“

هو ايئن ئي ڪافي دير تائين وينو رهيو. ڇا اها اندر جي آنڌ مانڌ قدرت طرفان آهي. هن کي عجب ٿيڻ لڳو ۽ ڪجهہ چڱو محسوس نہ ٿيو. شايد خدا هن جو ڪوبہ خيال نہ ڪيو آهي. ڇا خدا خاموشيءَ جي زبان نٿو سمجهي؟

”ٺيڪ آهي مان توسان ڳالهائيندس.“ هن چيو. هو فرش تان اٿي بينو ۽ پنهنجي ڪوٺڙي جي در تائين آيو ۽ هوشياري سان بلبل کي در جي لوهي سيخن تي ويهاريو ۽ منهن آسمان ڏانهن ڦيري ڳالهائڻ لڳو.

اُنهي مهل جيل جي گهڙيال ٽي ٺڪاءَ هنيا.

هاڻ وقت گذرڻ جي اهميت جي ڪيس پرواهہ نہ هئي.

”اي منهنجا رب سائين،“ هن چيو، ”تون زندگي ڏين ٿو ۽ تون اسان کي، موت کان پوءِ واپس ورائين ٿو. پر مان توکان هڪ ڳالهہ پڇان ٿو تہ ڇا جنهن مقصد لاءِ تو مونکي ڌرتيءَ تي موڪليو هو سو پورو ٿي ويو؟

”مان توکي اهو ٻڌائڻ نٿو چاهيان تہ مان بي گناهہ آهيان. توکي خبر آهي تہ مان تو وٽ اچان پيو مون سان گڏ بيو ڪجهہ بہ سامان ناهي سواءِ منهنجي معصوميت جي. پر ڪا ڳالهہ آهي جيڪا مون کي ذهن ۾ هُري ٿي. مون کي رڳو ايترو ٻڌائي تہ ڇا اهي ماڻهو جيڪي تنهنجي حڪمن جا پوئلڳ آهن اُهي ئي هن ڌرتيءَ تي امتحان ۾ مبتلا ٿين ٿا. مون کي خبر آهي تنهنجي برداشت جي قوت وسيع آهي پر انهن سيني ڳالهين جو ڪو ڇيهہ ٿيڻ کپي.

”اي منهنجا رب توکي چڱي ريت ڄاڻ آهي تہ مون تنهنجي غريبن جي خدمت ڪئي. مون سندن عزت افزائي ڪئي. ڪين ڌرتيءَ تي ڪنڌ مٿي ڪري هلڻ جهڙو ڪيو. مون ڪين فرش تان ڪٽي عرش تائين آندو. مون سماجي ناانصافيءَ جي خلاف جنگ جوٽي ۽ اڻ برابريءَ کي ختم ڪيو.

”مون پنهنجا آرام ختم ڪري تنهنجي غريبن کي حياتي نئين سر گذارڻ سيکاري. مون ڏاڍ ۽ جبر جي اوندهہ جي طاقت سان مقابلو ڪيو. نفرت ۽ ناانصافي کي دور ڪيو. مون هر اهو ڪم ڪيو جيڪو تنهنجي

نظرن آڏو قبول ٿيڻ جهڙو هجي. پر مون کي موت ۾ ڇا مليو؟ هي ست فوٽ ويڪري ۽ نوَ فوٽ ڊگهي موت جي ڪوٺڙي؟

”اي منهنجا رب مان توکي التجا ڪونہ ڪندس تہ منهنجي زندگيءَ کي بچاءَ ۽ مان هميشہ ماڻهن جي دلين ۾ رهندس. منهنجا نقش قدم ڪين غلاميءَ مان نجات ڏيارڻ جو رستو ڏيکاريندا.

”پر اي منهنجا خدا مون کي رڳو اهو ٻڌاءِ. ڇا مون پنهنجي غريبن ڪاڻ شروع ڪيل جنگ ختم ڪئي آهي؟ مان اجا اڌ پنڌ تي آهيان اجا گهڻو ڪجهہ ڪرڻو آهي. تون ڇو وچ مسافريءَ ۾ منهنجي حياتي ختم ڪري رهيو آهين؟ تنهنجا ٻار، غريب، اگهاڙا، بکيا، بيمار، بنا بچاءُ جي ۽ بي پهچ آهن.

”مان پنهنجي لاءِ ڪجهہ بہ گهري نہ رهيو آهيان. پر مان توکي تنهنجي غريب ۽ ڏڪاريل ٻارن جي صدقي چئي رهيو آهيان.“

هن جي اکين ۾ لڙڪ هئا. هو در جي سيخن کان پريرو ٿي ويو جت پنهنجو مٿو ٽيڪيو ويٺو هو.

هو فرش تي ويهي رهيو هو. هن چپ چورڻ چاهيا پر اکر سندس وات مان نہ نڪري سگهيا.

اوچتو هن جو آواز گونجيو. ”ماڻهو سڀ کان اڳ ۾ آهن. عوام سڀ کان مٿي آهي. باقي سڀ بعد جون ڳالهيون آهن.

بلبل پنهنجا پر ڦهلايا.

جيل ۾ گهڙيال چار ٺڪاءُ هنيا.

I tell you, my executioners, that as soon as I am dead, vengeance shall fall upon you with a punishment far more painful than your killing me.

- Plato -*The Apology of Socrates.*

Now it is time that we were going, I to die and you to live; but which of us has the happier prospect, is unknown to anyone but God.

-Plato- *The Apology of Socrates*

# 24

صبح جو سوا چئين بجي، هيڊ واردن ۽ ننڍو صاحب ڦاسيءَ واري کوٺڙيءَ وٽ آيا. ”هن کي ڪجهہ پاڻي ڏيو تہ وهنجي وٺي ۽ صاف ڪپڙا بہ وهنجي پائي.“ ننڍي صاحب ايترو هيڊ واردن کي چيو ۽ ويو هليو.

”مون کي وهنجڻ جي ضرورت ناهي. مان اڳ ئي پاڪ صاف حالت ۾ آهيان.“ قيديءَ وراڻيو.

”هن مهل وهنجڻ هڪ رسم آهي.“ واردن چيو.

”مان ڪنهن بہ رسم ۾ يقين نٿو رکان.“

ايترو چئي هن مٽيءَ جي رکيل دلي کي لت هڻي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو.

”مان ڪي بہ ڪپڙا پائڻ نٿو چاهيان. منهنجو عوام مون لاءِ ڳاڙها ڪپڙا تيار ڪن پيا. مان اهي ڪپڙا بدلائيندس.“ قيديءَ چيو.

وڏو صاحب، ننڍا صاحب، هيڊ واردن، ميجسٽريٽ، ڊاڪٽر ۽ جلاد سڀ اچي ڦاسي گهاٽ وٽ گڏ ٿيا.

بہ واردن، هن کي ڪوٺڙيءَ منجهان وٺي آيا.

هن قيديءَ کي ٻانهن کان جهلڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن ٻئي ٻانهون ڇڏائي ورتيون.

بلبل هن جي کاٻي هٿ تي ويٺي هئي.

هو هلندو ڦاسيءَ جي تختي ڏانهن وڃڻ لڳو.

جلاد اڳتي وڌيو.

”ترس،“ قيديءَ هن کي چيو. قيديءَ بلبل جي ڏور کولي ۽ بلبل کي چمندي چيو، ”اڄ تون آزاد آهين.“

بلبل اڏامي سامهون وڻ جي هڪ ٽاريءَ تي ويهي رهي.

جلاد، قيديءَ جا هٿ پوئتي ڪري ٻڌا ۽ ڦاهيءَ جو ڦندو هن جي ڳچيءَ ۾ وڌو ۽ ڪارو ۽ ويڪرو ٽوپ سندس منهن تي وجهي ڍڪي ڇڏيو.

انهيءَ مهل سڄو ماحول ڏڏڻ لڳو: ڦاسيءَ جون ڪونڙيون، قيدين جون ٻئريڪون ۽ عذاب خانا ۽ عورتن جو وارڊ ۽ انهيءَ مهل هڪ نئين چاول ٻار جي رڙ ٻڌڻ ۾ آئي.

بلبل وڻ جي ٽاريءَ تان اڏامي جيل جي ديوار پار ڪري وئي. اتي بيٺل صاحب اشاري سان حڪم ڏنو ۽ جلاد اوڏي مهل ڪَلَ ڇڪي ۽ ڦاهيءَ جي حڪم جي تعميل ڪئي.



مصنف: فخر زمان — قيدي (ناول) — نيو فيلڊس (189)

نيو فيلڊس جا ايندڙ نوان ڪتاب

---

## جت برف پئي ٿي جام

الطاف شيخ جو نئون سفرنامو

## ڪٿي ته پيجبو ٽڪ مسافر

شيخ اياز جي دنيا جي سفرنامي مان فقط ٽن جو سفر، ڇهن سون صفحن تي مشتمل آهي. ٽن جي سفر شيخ اياز جي زندگيءَ تي ائين اثر ڇڏيو جيئن يونوچ سمنڊ تي پاڻيءَ جي جهاز ۾ سفر عظيم فرينچ شاعر بودليئر جي زندگيءَ تي ڇڏيو هو، جڏهن هو فرينچ ڪالوني ٻپانڊ پچريءَ ڏانهن وڃي رهيو هو. هن ڪتاب ۾ نه رڳو ٽن جي مصوري ۽ پوري رومانيت آهي پر شيخ اياز جو اٿاهه علم به اظهاريل آهي جو برصغير جي ادبي دنيا ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهي.



## ڪراچي ڪان ڪوپن هيگن

الطاف شيخ جو نئون سفرنامو

## ڪيٺي ڪتاب (ڀاڱو II)

مصف: رئيس ڪريم بخش نظاماڻي

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

# The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)